# ”درد جو سفر“

سکن واري سڏ، متان ڪا مون سان ڪري!

اندر جنين اڌ، ڏونگر سي ڏوريند يون- (لطيف)

«قومي انقلاب» ڪتاب سيد جلال محمود شاھ جي تقريرن تي سميٽيل آهي. جيڪي هن سنڌ يونائيٽڊ پارٽي جي ڌار ڌار ضلعن ۾ عوامي جلسن ۾ ڪيون آهن. ان سان گڏ صدر پاڪستان کي لکيل خط، خود مختياري ڪانفرس ۾ ڪيل تقرير سان گڏ ڪجھ پيو لاڳاپيل مواد به آهي. هن ڪتاب ۾ جيڪي به ڪجھ آهي اهو قومي درد جو سفر آهي.

هي ڪتاب هڪ مخصوص دور جي حالتن سان مهاڏو اٽڪائيندڙ سياست جو سگهارو اظهار آهي. بنگلا ديش ڌار ٿيڻ کان پوءِ پنجاب جي «اڪيلي سر حاڪميت واري مستقل اڪثريت، جنرل شاهي جي آمريت وارو اونداهو دور، ملڪي سياست تي مسلط ٿي ويل ڪرپٽ سياستدانن جون دغا بازيون، قومپرست سياست جو پارلياماني سياست کان منهن موڙي عوام کان ڪٽجي الڳ ٿلڳ ٿي وڃڻ، مضبوط مرڪز جي آڙ ۾ پنجاب جي مفادن لاءِ ڪم ڪندڙ ساجي ڌر ءِ کابي ڌر جي پارٽين جون مظلوم قومن سان نظرياتي ويساھ گهاتيون.

فڪر جي-ايم-سيد جي سائنسي سچائين کي لڪائي نظريه کي دين جي درجي تائين پهچائي ڇڏڻ» سنڌ جي قومي تحريڪ جو ننڍن ننڍن ٽولن ۾ ورهائجي، فضول سرگرمين جي ڍٻڻ

۾ ڦاسي پوڻ. ملڪي حالتن جي انهي ڏکئي سفر ۾ وڏي عرصي کان قومپرست ڏريون اهڙو ته ڦاسي پيون جو سڀ ڪجهه سمجهندي به ڪجهه ڪرڻ کان بي وس پئي لڳيون. ان ڪري سنڌ ناڪاري سياست جي بند گلي ۾ چوڪنيو ڦاسي پئي هئي. ساسنت جي ان اڙانگي موڙ تي هڪ نعرو بلند ٿيو «پنهنجي ڌرتي پنهنجو اختيار سنڌ کپي ٿي خود مختيار».

سيد جلال محمود شاه جي قيادت هيٺ سنڌ يونائيٽڊ پارٽي قومي انقلابي نظريو ۽ نئين جمهوري سياست کي ميدان تي پڙ ڪٽي آئي ۽ مايوسن کي اُميد ۾ بدلايو. سياسي جمود کي انقلابي تبديلن ۾ بدلايو دورين کي ويجهڙائپ ۾ بدلايو ٽولي بازي کي قومي ڀڏي ۾ بدلايو ۽ قومي سياست کي پتا خوري قبضه گيري ۽ ڌنڌي بازي واري قابل نفرت اونداه مان ڪڍي قومي انقلابي جدوجهد جي روشن راه تي آندو.

سياستدان جيڪي حالتون سامهون هونديون آهن انهن موجب هلندا آهن. پر مدبر اڳوات ئي سڀ ڪجهه سمجهي رستي جي رڪاوٽن کي بي اثر بنائي قومي ڪاروان کي منزل طرف روان دوان ڪندا آهن. سنڌ جي صدين جي سياسي سفر ۾ عالمن اڪابرن ۽ مد برن جو ڪردار لافاني رهيو آهي. مخدوم بلاول ۽ شاه حيدر سنائي کان رهبر اعظم سائين جي-ايم-سيد سنڌ جي تاريخ جا انتهائي سگهارا ڪردار آهن. سيد جلال محمود شاه به انهي درد جي سفر جو پانڌيئڙو آهي. «قومي انقلاب» ڪتاب جي

سوچ جڻ تا ڪا لطيف جي وائي آهي.

ويهه مَ وساري ويڻ جو ين ﭜ تي ڏينهڙا!

راتڙيون جاڳن جي سي تان ڪندڙي سيڻ.

------------ جو ين ﭜ تي ڏينهڙا!

«قومي انقلاب» ڪتاب ۾ ان درد جا ڏڏڪا آهن هن ۾ رستو ﭜ ڏسيل آهي «تبديلي ممڪن آهي. اچو ﭡ پاڻ سڀ انقلاب جي سگهه ٿيون»! واقع جڏهن ڪا قوم رُڃ جهڙن سهارن جي سحر مان نڪري پاڻ پنهنجو ويچ ٿي ٿئي ﭡ هن جا سڀ درد ﭘڇي دور ٿي تا وڃن. «قومي انقلاب» ڪتاب جون سگهاريون سوچون «ڳالهيون پيٽ ورن ۾ وڏي وڻ ٿيون» جو سڏ آهن. جنهن جون گونجون ڪراچي کان ڪشمور ڪينجهر کان ڪارونجهر تائين پکڙي پيون آهن.

سَڏ سڄائي ﭘرينءَ جو وائي جي ﭡ ورن

ڪچاڙي ڪي ڪن ڪوڙي دعوا دوست سين.

عزيز ڪينجهرائي

نظرياتي شعبو

سنڌ يونائيٽڊ پارٽي

☆..........☆..........☆

## • پاڻ ٿيا سون پنهنجا ويچ !

اسان جيڪا ڳالهه ڪريون پيا بحيثيت سياسي پارٽيءَ جي، ان جو هڪ سياسي پروگرام آهي جيڪو ملڪ جي ڪار وهنوار هلائڻ جو بهترين وهنوار آهي. اهو اسان جي پارٽي جو پروگرام آهي. ائين نه سمجهڻ گهرجي ته هي مڙئي هڪ اجلاس آهي ، جيڪڏهن توهان غور ڪندو ته يونين ڪائونسل جيڪا گورنمينٽ ٺئي ٿي يا تعلقه ۽ ضلع ڪائونسل توڙي صوبائي حڪومت يا مرڪزي گورنمينٽ ساڳئي سسٽم فنانشل ريسورس ان جا ڪار وهنوار هلائڻ جو طريقو ساڳيو آهي. سياسي پارٽين کي به اهو سکڻو آهي ۽ ان ۾ بهتري آڻڻ جي ڪوشش ڪرڻي آهي اسان جو ورڪر ٺيڪ آهي قومي مسئلن تي احتجاج ڪرڻ چاهي ٿو ته اهو ٺيڪ آهي مين اشوز تي اسٽينڊ وٺي حڪمرانن جا رستا روڪي ٿو ته جيئن هو غلط ڪم نه ڪن تمام سٺي ڳالهه آهي. اهو به جدو جهد جو هڪ طريقيڪار آهي، پر اصل ڳالهه گورنس جي آهي حڪمراني جي آهي سياسي پروگرام جي آهي. سياسي پروگرام کي بهتر طريقي سان هلائڻ جي لاءِ بهتر نمائندگي جي ڳالهه آهي. اسان کي خوشي آهي ته اسان جو پروگرام يونين سطح تائين آرگنائيز ٿئي پيو اجا

وڏيڪ ٽيڻ گهرجي ان ۾ اسان جون ڪجهه ڪوتاهيون آهن جن کي ٺيڪ ڪرڻو پوندو.

اسان جي جدا گانه شناخت يعني اسان قومي جمهوري پارٽي آهيون ڪنهن نه ڪنهن قدر اها اسان شناخت پيدا ڪئي آهي ۽ قومپرست پارٽين ۾ سنڌ يونائيٽڊ پارٽي کي سنجيده ورتو ٿو وڃي. چاهي اها گورنمنٽ هجي يا ميڊيا تي اينڪر ويٺل هجن اهي سمجهن ٿا ته سنڌ جي مسئلن ۾ هي سنجيده آهن ۽ سيريس آهن ۽ حڪومت کي هميشه سيريس ماڻهو ڪو نه وڻندا آهن.

جيڪڏهن ڪو ڪيڏي به پيچ ڊاهه ڪري اُن تي ڪو نه ڪاوڙبا پر سنڌ يونائيٽڊ پارٽي ورڪر اگر ڪائونسلر جي سيٽ تي ويهندو ته الزام لڳڻ شروع ٿيندا ته هن جو ته اسٽيبلشمنٽ سان ناهه آهي. اهو ماڻهو وڏو غدار آهي ۽ هو چو ٿو ويهي چو ته هو سمجهن ٿا ته اهو سنڌن خانداني حق آهي ۽ ان تي قبضو ڪري ويٺا هجن ۽ ماڻهن جا حق ڦريندا رهن ان ڪري ڳالهه سنجيده سياست جي آهي.

اسان جي سياست قومي جمهوري آهي سنڌ يونائيٽڊ پارٽي ٺهڻ کان پوءِ توهان نيشنلسٽن جو جدا

ڪاتو ڪلي ويو آهي. پارٽي ڪنهن مسئلي تي احتجاج ڪري يا ڳالهه ڪري ته ڪوشش ڪرڻي آهي ته جيڪو به پروگرام ڪٿي ته ان جو سياسي لاڀ به حاصل ڪري ۽ پنهنجي علائقي ۾ پنهنجو ووٽ بينڪ به ٺاهي.

جنهن وقت اسان جي پارٽي نهي ان وقت به مون اها ڳالهه ڪئي ته قومپرستن جو جيڪو به ڪريڊٽ آهي اهو پيپلز پارٽي ڪٿي ويندي يا مسلم ليگ ڪٿي ٿي وڃي. جيڪڏهن حڪومت ۾ پيپلز پارٽي ويٺي هوندي ته مسلم ليگ اپوزيشن ۾ هوندي. مسلم ليگ بينيفيٽ ووٽ جي صورت ۾ ٽرانسفر ڪندي. جيڪڏهن اقتدار ۾ مسلم ليگ ته پوءِ وري پيپلز پارٽي فائدو ڪٺندي آهي. اپوزيشن ۾ ويهي جهنڊا ڪٿي ملڪ بچائي جهيڙا ڪرائي ماڻهن کي نچائي اهي سڀ ڳالهيون ڪندي وري اچي حڪومت ۾ ويهندا پوءِ وري اهو ساڳيو لاٽون ساڳئي چگهه اهو ئي ساڳيو مضبوط مرڪز اُهي عوام جي حقن تي ڌاڙا اهو ئي قبضه گيري ساڳيو ئي حڪمراني جو غلط طريقه ڪار ڪو به فرق ڪونهي. ضرورت پئي ته سنڌي ماڻهن ۽ نيشنلسٽن کي ٽوپي ڊرامو ڪري انهن جا جذبات اُپاري انهن جو ووٽ بينڪ جيڪو پنهنجي نااهليت جي وچان ايتري تائين جو حڪمران ۽ وزير پنهنجي تڪن ۾ نٿا

وڃي سگھن سي پنھنجو مٿو لڪائڻ لاءِ اھڙا رستا اختيار
ڪن ٿا. ڇا ڪاڻ تہ اسان نيشنلسٽن جو اڪائونٽ آھي
ڪونہ! ٻئي جي چوڻ تي نچندا رھندا ٻئي جي چوڻ تي
وڙھندا رھندا. ان ڪري سنڌ يونائيٽڊ پارٽي ھاڻ
پنھنجي جدا شناخت رکي آھي. ٽوپي پائڻ وڏي سلوار
پائڻ سان ڪو وڏو قومپرست نٿو ٿي وڃي نڪو قومي حق
محفوظ ٿي ٿا وڃن ھي ھڪ راند آھي. صدر زرداري چوي
ٿو پيپلز پارٽي ٻين سيني پارٽين کان جمھوريت ۽ سياست
کسي ورتي آھي ۽ نيشنلزم جو ڪارڊ بہ آئون استعمال
ڪري ويندس. سنڌ يونائيٽڊ پارٽي جا شناخت رکي آھي
اسان سنڌي آھيون اسان جا حق ڪٿي آھن اسان جا
وسيلا ڪٿي آھن؟ اسان جي حق حڪمراني ڪٿي آھي.
اھا آھي اسان جي سياسي موومينٽ اھا آھي اسان جي
سياسي جدوجھد ان تي ھنن جو موقف ڇا آھي اھو ئي
ساڳيو جيڪو مسلم ليگ ۽ ٻين پارٽين جو آھي ۽ فوج جو
آھي. ھنن جو ڪردار بہ ساڳيو آھي باقي ماڻھن کي ويٺا
ٽوپين تي نچائين اسان جي دوستن اتحاد لاءِ خدشو ظاھر
ڪيو ان تي ڳالھائڻ بہ ضروري آھي بلڪل ائين آھي.
ڪي بہ سياسي پارٽيون ھجن يا سياسي ماڻھو ھجن اگر
اھي گڏبا تہ بہ طرفا مفادات ڏيندا رکو ڪنھن ھڪ جو

مفاد کو نہ ھوندو ھر پارٽي ان کي پنھنجي مفاد ۾ ڪٺي وجڻ چاھيندي. اسان قدرتي وسيلن جي حوالي سان قادر پور گيس فيلڊ جي وڪري خلاف جدو جھد ڪئي ان ڪانپوءِ ڪجھہ قومپرست جماعتن سان گڏجي اھو ڪيو تہ عوام ۾ سجاڳي جي مھم ھلائجي جيئن سنڌ جي عوام کي خبر پوي تہ ھي تيل گيس ۽ ڪوئلو اربن ڪربن جي ملڪيت سنڌ جي آھي اھا راءِ عام ٿاھجي. ان لاءِ ڪوشش ڪجي اسان کي ان ۾ ڪاميابي ٿي ۽ ان جي ھلچل ۽ ايڪشن سان اھو معاملو رڪجي ويو. ٻئي طرف ائين ٿيو خبر پئي تہ اسان جي ڏنل ڪال تہ سڄي سنڌ ۾ قادرپور گيس جي وڪري خلاف ھڙتال ڪئي ويندي ان ڏينھن ڪجھہ اھڙا دوست بہ ھئا جن تشدد جو رستو سوچي ڇڏيو ھو. ڪو بم ڦاڙين ھا يا ڪا ٻي ڳالھہ ڪن ھا ۽ اسان جا ورڪر مارجي وڃن ھا اھڙي سياست کان اسان کي ڪناره ڪشي اختيار ڪرڻي پوندي اسان جي پرامن سياسي جدو جھد آھي. ان کان بہ ھوشيار رھڻو پوندو ان ۾ جيڪڏھن تشدد رھيو تہ توھان گمراھ ٿي ويندو اسان اتي ئي بريڪ ھڻي ڇڏيو. ڪافي دوستن پڇيو انھن کي ٻڌايو سون تہ ھي تہ اسان کي ڪنھن اوڙاھ ۾ وجھندا جيڪي تشدد جو رستو

اختيار ڏنا ڪن انهن سان اسان پنهنجي پوليٽيڪل پارٽي ۽ ورڪر کي ڇو انوال ڪريون. جو اسان جو ورڪر مارجي يا انهن تي ڪيس ڏين يا جيلن ۾ پون پرائي باهه ۾ پون اسان ان ڪري پنهنجا پير جهلي ڇڏيا.

آئون اوهان کي يقين سان ٻڌايان ٿو ته هيئنر اسان جيڪو اين ايف سي جي مسئلي تي گڏ ٿيا سون ان ۾ ٻئي ڪنهن جي طرفان نه پر جيئن ٿي اين ايف سي جو اشو آيو ۽ اسان سوچيو ته ان مسئلي کي ڪهڙي نموني سنڌ جي ماڻهن تائين موثر ۽ جلد رسائي سگهون ۽ حڪمرانن طرفان سنڌ جي ماڻهن کي گمراهه ڪرڻ واري سازش کي وائکو ڪري سگهون. ڪي اسان جا دوست آهن جيڪي چون ٿا ته آزادي کان گهٽ ڪا به ڳالهه نه ٿيندي. اين ايف سي کي ڇيڙڻو ڪونهي ٿيستائين اسان جو ان مسئلي سان ڪجهه نه وڃي. جيڪڏهن مسئلي سان نه وڃي ته آخر اسان ڪنهن سان گڏجون آخر ڪهڙيون ڌريون آهن. هوڏانهن مسلم ليگ ويٺي آهي هيڏانهن پيپلز پارٽي ويٺي آهي انهن جو پروگرام ساڳيو آهي. هيڏانهن قومپرست آزادي کان گهٽ پروگرام تي گڏ ٿيڻو ناهي آخر اسان ڪنهن سان قومي اتحاد ڪريون؟ اگر اين ايف سي تي ڪجهه پارٽيون سنڌ جي

مفاد ۾ ڪجهه ڪرڻ گهرن ٿيون ۽ سنجيده آهن ته هم آهنگي وسيلي اين ايف سي ۽ ٻين مسئلن تي گڏجي جدو جهد ڇو نه ڪجي. ان ڳالهه ۾ وزن نهندو توهان ڏنو ته اسان جي ان پروگرام جو حڪومت نوٽيس ورتو آهي. حڪومت جوابده ٿي آهي حڪومت پريشان ٿي آهي اها غداري جيڪا ٿئي پئي اها ڪا نه لڪندي. عوام هاڻ هوشيار ٿي ويو آهي ۽ سياسي پارٽيون به هوشيار آهن اسان جو ڪم آهي نشاندهي ڪرڻ ۽ غلط ڪاري کي روڪڻ ۽ اسان ڏسندا سون ته ڪير اسان کي غلط مقصد ۾ استعمال ٿو ڪري ته اسان پنهنجا پير ضرور جهليندا سون. اهو اوهان کي يقين ٿا ڏياريون پر مسئلن کان لاتعلق رهجي اهو نه ٿيندو لاتعلقي سان مسئلا حل نه ٿيندا اسان پنهنجو جدا سياسي اڪائونٽ ناهيو آهي. سنڌ يونائيٽڊ پارٽي جي پنهنجي ڪارڪردگي ان جي پنهنجي ڪاتي ۾ ويندي هاڻ اسان جيڪو عمل ڪري آيا آهيون اهو ڪيترو لاپائتو آهي اڃان اسان کي ڇا ڇا ڪرڻو آهي؟ اسان پارٽي اڃان ڪيڊر کان مس وڌائي آهي اسان کي عوام جي پارٽي بڻجڻو آهي اها هڪ حقيقت آهي عوام جي مسئلن کي ڪڍڻو پوندو ته جيئن پارٽي وڌ ۾ وڌ عوام تائين پهچي سگهي. اسان کي جمهوري عمل ۾

وڏو آهي ووٽ جي سياست ڪرڻي آهي پارٽي ڪيڊر جو ڪم آهي ان کي ڳوٺ ڳوٺ تائين ڪڻي وڃڻ.

تنظيمي طور تي به اچا ڪم ڪرڻو آهي اصلي ڪم جيڪو اسان کي ڪرڻو آهي اهو ووٽ جي سياست ۾ اسان کي وڃڻو آهي. جونڊا آهن ته روزا ۽ نمازون پڻ چڱو ڪم پر اُو ڪو ٻيو فهم جنهن سان پسجي پرين ڪي. سو اوهان جا جلسا جلوس ڌرڻا احتجاج ٺيڪ آهن. پر ڏسڻو آهي ته سنڌ يونائيٽڊ پارٽي جو ورڪر پنهنجي ڪائونسلري جي سيٽ لاءِ پنهنجي ڳوٺ ۾ بيهي سگهي ٿو ڪٿي سگهي ٿو يا نه؟ اها توهان جي ٽيسٽ آهي اهو توهان جو امتحان آهي ان ۾ اوهان کي وڃڻو آهي. پاڻي ۾ گهڙبو ته ڏسبو پاڻي ۾ وڃبوئي ڪو نه ترڻ ڪيئن سکبو هارائبو کٽبو اليڪشن ۾ بيهو ئي نه ته سگهندا سين ڪٿان؟ نفعو ٿيندو يا نقصان ٿيندوسڪي وڃبو ان عمل ۾ هوندا سين نه ته ڪيئن خبر پوندي ته عوام چاهي ڇا ٿي؟ پبلڪ سان اٿي ويٺي سمجهون ته عوام سوچي ڪيئن ٿو. اسين انهن سان ڪيئن هلون ان سوچ جي انداز ۾ توهان کي قدم وڌائڻو آهي. آئون سائين زين جي ان تجويز سان متفق آهيان ته اسان جي پارٽي جو يونين ڪائونسل تي جيڪو اسٽريڪچر آهي ان کي جانچڻو

پوندو ته يونين ۾ اسٽريڪچر آهي يا خانه پري آهي. ان لاءِ پارٽي ليڊر شپ جي ذميواري ٿي ٿئي ته هو پاڻ کي يونين ڪائونسل تائين موثر بڻائين. ايندڙ سال پهرين مارچ کان وٺي ان سلسلي هيٺ پارٽي جو هيٺان کان مٿي تائين اليڪشن جو سلسلو شروع ڪندا سون. سائين زين جي اڳواڻي ۾ ڪو آرڊينيٽر ضلعن ۾ ويندا يونين ڪائونسل سطح تائين پارٽي اليڪشن ڪرائيندا ۽ ان سان گڏو گڏ اسيسمينٽ به ڪٿي ايندا ته يونين ڪائونسل تائين پارٽي جا ڪيترا ورڪر آهن جيڪي بيهي سگهن ٿا! ڪيتري ڪيپيسٽي آهي؟ ڪيتري گنجائش آهي! اها اسيسمنٽ ڪرڻ ضروري آهي. ائين نه ٿئي جيئن پاڪستان ۾ سرڪار ڪندي آهي ته ڪپهه جي پاليسي لاءِ هڪ تپيدار کي ويهاري ڪوڙيون سچيون رپوٽون ٺهرائي چڙهيندا آهن ۽ پوءِ چوندا آهن ته هن سال ڪپهه لک بيلس ايندي پر پوءِ خبر پوندي ته لهندي پنج لک. اسيسمنٽ ئي غلط هوندي ته اسان جي پلاننگ غلط هوندي. ان ڪري اسان کي اهي چار مهينا گراس روٽ تائين مارچ کان جون تائين سنڌ جي هر ضلع ۾ ڊويزنل ڪو آڊينيٽر گڏجي وڃن هيٺين سطح جون اليڪشنون ڪرائي اچن. اهو ئي هڪڙو طريقو آهي

جنهن سان يونين سطح جي ڄاڻ ۽ رابطو ڪري سگهجي ٿو. تنظيمي طريقه ڪار بابت مون ڪافي دوستن جون تجويزون نوٽ ڪيون آهن. آئون پارٽي ورڪرن جي گهڻ طرفي جدو جهد کي سلام ٿو پيش ڪريان. چاهي عدليه جي آزادي هجي چاهي قدرتي وسيلن جي ڳالهه هجي چاهي اين ايف سي جو اشو هجي. اهو پارٽي ورڪرن جي جدوجهد آهي جو اڄ ان رنگ لاتو آهي ۽ اوهان ٿي وي ڏسو اخبار پڙهو بلڪه وسيلن جي مالڪي حق حڪمراني اها اسان جي پارٽي آهي جنهن سڀ کان پهريون اهو نعرو ڏنو ته خود مختياري جو مطلب ڇا آهي. اڄ بلوچ به اها ڳالهه پيا ڪن ٽي وي اينڪر به ٽي وي تي ويهي اها ڳالهه ڪن ٿا.

چون ٿا ته وسيلن جي مالڪي ته اسان کي اوهان ڏيو ڪو نه ٿا. تيل اسان جو گيس اسان جو ڪوئلو اسان جو زمين اسان جي ملڪ اسان جو اها اسان جي پارٽي طرفان ڏنل سجاڳي آهي ان لاءِ سنڌ يونائيٽڊ پارٽي ڪوشش ڪئي آهي. سجاڳي ۾ عرصو لڳندو آهي. مان سمجهان ٿو ته اگر اوهان ٽن سالن ۾ حق حڪمراني ۽ وسيلن جي مالڪي جي باري ۾ سنڌ جي ماڻهن کي باشعور ڪرائي چڪا آهيون ته اوهان جي اها

وڏي ڪاميابي آهي اهو اوهان جي ڪيل جدو جهد جو ثمر آهي اوهان طرفان ورتل ڪوشش جي ڪاميابي آهي اها تمام وڏي ڳالهہ آهي اها ٻي ڳالهہ تہ گمراهہ ڪندڙ اڃا تائين ڪوششون پيا ڪن تہ قومپرست پارٽين کي غلط نعرن غلط پروگرام سان گمراهہ ڪن ڳالهين ۾ منجهائي. حقن جي حاصلات جي جمهوري جدو جهد ڪان پري ڪيو وڃي.

سنڌ يونائيٽڊ پارٽي صالحين جي پارٽي آهي توهان صالح بنجو. صالحين مان ئي دنيا ۾ فاتح ۽ ڪامران ٿيندا. ان ڪري اوهان کي سٺا عمل ڪرڻا آهن ۽ شارٽ ڪٽ وارو رستو اختيار ڪرڻو ناهي توهان کي طويل رستو اختيار ڪرڻو آهي. «ڏکيو رستو تنظيم جو رستو سياسي پروگرامن جو رستو» ان ذريعي سنڌ ۾ سجاڳي آڻڻي آهي. اسان کي خوشي آهي تہ اسان طرفان ڏنل پروگرام جي نقطن جي تشهير ٻيون پارٽيون بہ ڪن ٻيون ۽ بيان ڪن پيا. اها بہ اسان جي ڪاميابي آهي اُهي اڄ اهڙيون ڳالهيون ڪرڻ تي مجبور ٿي پيا آهن. ان ڪري جو اسان شارٽ ڪٽ وارو رستو اختيار نہ ڪيو آهي ڪارگر رستو اختيار ڪيو آهي.

سياست ۾ تبديلي ڪيئن آئيون جيڪڏهن

سياست ۾ تبديلي لاءِ اسان کي اقتدار ڏانهن وڃڻو پيو
ته اهو رستو اختيار ڪرڻو پوندو ڪير مڃي نه مڃي.
سياسي قومي ڪيڊر پنهنجي جاءِ تي هڪ حقيقت آهي
سنڌ جو ماڻهو اقتدار پٺيان ائين ئي ويڳاڻو آهي.
جيڪو اختيار ۾ اچي ٿو پلي اصول ڪان وانجهيل هجي
پر سنڌ جو ماڻهو ان جي پويان لڳيو پوي. اها هڪ سئو
سال جي تاريخ آهي ته سنڌ جو ماڻهو اختيار پويان
ڊوڙندو وتي ٿو. سنڌ جو ماڻهو سنڌ جي حقن گهرڻ لاءِ
ائين تيار نه ٿيو آهي!

هاڻ اوهان کي ٽئين فيز ۾ وڃڻو آهي اهو آهي
جمهوري فيز توهان کي ووٽ جي سياست ۾ وڃڻو آهي.
ٻه فيز اوهان مڪمل ڪري چڪا آهيو پاڻ جي جدا
شناخت به ڏياري اسان پارٽي قيام مهل چيو هو ته سنڌ
جو روشن مستقبل اسان جي اکين آڏو آهي اسان کي نظر
اچي پيو. واقعي سنڌ جو مستقبل روشن آهي.

آئون سمجهان ٿو اسان وٽ اهڙا با شعور ۽
سنجيده ورڪر به آهن جيڪي اسيسمنٽ ڪن ٿا. تڪين
تورين ٿا اها نهايت ڪارآمد ڳالهه آهي. آئين ۾ حالتن
۽ ضرورت آهر تبديليون ڪيون رهيون آهن اهو پراسس
جاري رهندو اڳ ۾ به اسان ترميمون ڪيون هيون هن

دفعي ٻہ ڪيون آهن. جيڪي هن دفعي رهيون آهن ايندڙ سال ڪندا سون. ان عمل رستي اسين پارٽي کي وڌيڪ جمهوري ۽ سگهارو بنائيندا سون اسان وٽ ڪو چندي خور ڪونهي اسان جو ورڪر پنهنجي هڙان وڙان ڪم ڪري ٿو سياست جو ڪم ئي پنهنجي هڙان وڙان عوام جي خدمت ڪرڻ آهي جيڪو هڙان وڙان ڪري ٿو ان کي شاباس هجي!

ڏکهي سوچ ويچار کانپوءِ پورهيت شاگرد ۽ عورت ونگ ٺاهڻ جو فيصلو ڪيو آهي. هاڻي انهن جي تنظيم ڪاري رابطي ۽ تربيت وارو اهم ڪم ڪرڻو آهي. سيئني ورڪرن کي صحيح رُخ ۾ پيش قدمي ڪرڻ گهرجي.

اُهي پارٽي لاءِ نرسريون بنجي سگهن ٿيون. اسان پهريائين هر سطح تي عورتن جي نمائندگي کي ضروري سمجهيو پر اڳتي هلي ثابت ٿيو تہ عملي حقيقت ائين ناهي. اسان جو معاشرو اڃا ايترو نہ ٿيو آهي جو مرد ۽ عورتون گڏجي پارٽي جي ڪم کي هلائي سگهن. ان ڪري ضرورت محسوس ٿي تہ عورتن جي ونگ کي جدا صورت ۾ رکيو وڃي اها وڌيڪ طاقتور ٿيندي ۽ عورتن جي پاڻ ۾ وڌيڪ هم آهنگي ٿيندي. ضرورت آهي تہ عورت ونگ کي هر ضلعي ۾ هيٺ تائين منظم ڪيو وڃي.

پيو اهم مسئلو آهي پارٽي ڊسيپلين ۽ ادارن کي فعال بنائڻ اسان ڇڙواڳ سماج ۾ رهون ٿا اُتي اسان جي ذهن ۽ زندگي گذارڻ جو ڍنگ نهي ٿو. ان جو عڪس ۽ اولڙو اچوڪي جنرل ڪائونسل ۾ به ڏسڻ ۾ آيو آهي.

ان ۾ ڊويزنل ڪوآرڊينٽرن ۽ سيني مرڪزي ليڊرن جو ويهڻ مشورو ڪرڻ ۽ ان ۾ راءِ ڏيڻ ضروري آهي ڇو ته انهن جي تجربن مان به اسان کي سکڻو آهي اسان کي اڳوڻين غلطين مان سبق پرائڻ گهرجي. ٿيندو هئين آهي ته گڏجاڻي ۾ دوست پهچندا ڪو نه آهن. پوءِ ٿيل فيصلن کي تبديل ڪرڻ يا ان تي عمل نه ڪرڻ جهڙن منفي روين ۾ ڦاسي اتڪلون ستڪلون پيا ڪندا آهن.

سينٽرل ڪميٽي ۾ سيني دوستن جي شرڪت ۽ سندن مفيد مشورو ضروري هوندو آهي. منهنجي خيال ۾ جڏهن اسان پارٽي ٺاهي هئي ته ڪراچي اسان جي ايڏي ڪمزور نه هئي. ڪراچي ۾ ڪجهه ضلعا فعال هئا اسان جي توجهه نه ڏيڻ ڪري اثر پيا آهن. توجهه نه ڏيڻ جو سبب آئون پاڻ آهيان. مون کي پنهنجو تڪ به آهي. پوري سنڌ به آهي. پارٽي جي قيام کان اڳ لاڳيتو جڏهن سنڌ ۾ هليا سون ته ان ۾ مونکي اهو تجربو ٿيو ته مان ڇهه مهينا پنهنجي تڪ جي عوام ۽ منهنجي وچ ۾ ڊسٽنس

اچڻ ڪري جيڪا پنجن سالن جي محنت ڪيم سا ڇهن مهينن ۾ هيٺ مٿي ٿي وئي. انهن ڳالهين کي مد نظر رکي اسان کي ٽائيم شيئر ڪرڻو پوندو سموري ليڊر شپ کي علائقا ورهائي ڪٽڻ گهرجن. جيڪڏهن مرڪزي قيادت ٽائيم ڏي ته امپروميننٽ اچي سگهي ٿي. مرڪزي قيادت جي ٽائيم نه ڏيڻ ڪري تنظيمي ڪم جيڪو نهيل هو سو ڪٿي ڪٿي متاثر ٿيو آهي.اسان تڪڙو تڪڙو ڪراچي جي دوستن سان گڏجاڻيون ڪندا هئا سون. انهن جي مسئلن کي ڏسبو هو ته تنظيم ٿوري يا گهٽي هلندي هئي. توهان ڏسو پهرين ۾ پي جنرل ڪائونسل ۾ اهي دوست آيا هئا ۽ ڀرپور شرڪت ٿي هئي ٽائيم نه ڏيڻ جي ڪري اهو ٿيو. پي ڳالهه ته ٿوري ڪيپيسٽي بلڊنگ جي به ڳالهه سمجهو هر ماڻهو ائين نه ڪري ته مرڪزي صدر مون وٽ اچي يا جنرل سيڪريٽري اچي پوءِ آئون گڏ به ٿيندس پنهنجي ضلعي صدر کي به اهميت ڏيو پنهنجي تعلقي صدر تي به متفق ٿيو آرگنائيزيشن آهي ئي ڪم جي ورهاست مٿان کان ڊويزنل ضلعي ۽ تعلقي ۽ يونين تائين ڪم ڪندا. اسان جو ڪم ورهايل آهي مهرباني ڪري انهن اٿارٽيز کي به قبول ڪريو! اهو نه ڪندو ته پارٽي نيٽ ورڪ نه هلندو هر جاءِ تي مرڪزي صدر پهچي

نہ سگهندو. مان سنڌ ۾ جتي ويندو آهيان چوندا آهن سائين اسان جي ڳوٺ اچو پوءِ اسين هينئن ڪندا سون ۽ هونئن ڪندا سون. هڪ هڪ ڳوٺ وڃي نٿا سگهون ان لاءِ تہ آرگنائيزيشن جوڙي اٿئون. هاڻ جنهن ضلعي ۾ هلون ٿا توهان پنجاهہ پروگرام رکي ڇڏيو اسان توهان سان گڏ آهيون پر سنڌ جي هر شهر ڳوٺ جي هڪ هڪ ماڻهو وٽ نٿو پهچي سگهجي. ان ڪري پين عهديدارن کي اهميت ڏيو.

آئين ڪميٽي طرفان پيش ٿيل ترميمن کي پاس ڪيو ويو آهي ان تي عمل ڪريو آزمايو ان کان پوءِ جيڪڏهن عمل ۾ رڪاوٽ ٿي تہ پلي متائجو. ڪافي شيون اهڙيون آهن مثلن اسان ۾ ونگس تي اتفاق ڪونہ سو اڄ ان تي اسان تيار ٿي فيصلو ڪيو آهي. وقت ۽ حالات جي ضرورت هئي اسان قبول ڪئي.

٢٠١٠ع کي تنظيم جو سال ڪري ڪم ڪندا سون سڄي پارٽي/تنظيم جون اليڪشنون پهرين مارچ کان وٺي فيزوائز شروع ڪندا سون. ان جو طريقہ ڪار طئہ ڪندا سون تہ ڪهڙي نموني سان اليڪشنون ٿينديون. يونين سطح پوءِ تعلقہ ۽ ڊسٽرڪٽ جون اليڪشنس ڪبيون. ان لاءِ اسان کي بہ شيون ڏسڻيون

آهن هڪ تہ تنظيم جي ڪيپيسٽي ڪيتري آهي ان جا ميمبر ڪيترا آهن انهن جي سماجي حيثيت ڪهڙي آهي. ان تي ڪيترو ڊپينڊ ڪريون جيڪڏهن اهو ٿي ويندو تہ ايندڙ بلدياتي اليڪشن ٿيندي تہ ان ۾ حصو وٺندا سون. آهستي آهستي ان ڏارا ۾ گهڙندو تہ سڪي ويندو. اڳيان جي اليڪشن جي تياري ٿي ويندي ۽ ڪافي اهڙا دوست آهن جيڪي عوام جا نمائندا ٿي ويندا. دنيا ۾ ترقي اهي ڪن ٿا جيڪي قومپرست آهن. جپان ڪي وٺو انگلينڊ ڪي وٺو دنيا ۾ ترقي اهي ڪن ٿا جيڪي قومپرست آهن ۽ قومي ورڪر آهن. جن ۾ قومي جذبو آهي خدمت خلق جو جذبو آهي اگر قومي ورڪر سياست جي هن طريقہ ڪار ۾ ايندو ۽ ان ۾ قومي جذبو آهي پبلڪ جي خدمت جو جذبو آهي مان سمجهان ٿو اهو عام ماڻهن ڪان وڌيڪ ڪم ڪري سگهندو. اسان ڪي خبر آهي اسان جا ناظم پين ڪان وڌيڪ پاپولر آهن پنهنجي علاقي ۾ وڌيڪ ڪم ڪن ٿا ۽ ماڻهن سان دوستاڻو رويو رکن ٿا. سيڻي ضلعن ۾ ان پراسس ۾ وچڻو آهي. اسان قدرتي وسيلن جي بچائڻ ۾ ڪنهن قدر ڪاميابي حاصل ڪئي آهي عدليا جي جدو جهد ۾ اسان جو رول هو. هن وقت اين ايف سي جي مسئلي تي اسان جو ڪردار آهي ان تي بہ اسان جي

پارٽي جي راهه اچي ٿي ۽ اجا اسان تفصيلي راهه پيش ڪندا سون. انهي ڪري گڏجي جدو جهد ڪيو سون ته شايد اسان جي اڪيلي آواز ڪي ايتري اهميت نه ڏين پنج ڏريون گڏجي پيا سين ۽ مضبوط آواز اپريو ته حڪومت ان جو نوٽس ورتو. جيڪڏهن ٻيون قوم پرست پارٽيون به اين ايف سي واري مسئلي تي گڏيون ته اسان انهن کي به ويلڪم ڪندا سون ۽ اجا به وڌيڪ آواز طاقتور ٿيندو.

بنيادي ڪاميابي اسان کي تڏهن حاصل ٿيندي جڏهن هر يو سي سطح تي آرگنائيزيشن هوندي پيو نقطو جيڪو امير علي به اٿاريو ته ڪجهه هلندي پهچندي وارا ماڻهو پارٽي ۾ آئيو. بلڪل اها ڳالهه درست آهي ان لاءِ پهرين شرط آهي ته اسان پنهنجي آرگنائزيشن جي سيٽ اپ کي مضبوط ڪريون. يقينن با اثر ماڻهن رابطا ڪيا آهن ۽ اسان به رابطن ۾ آهيون. ماڻهو سنڌ جي وڏيري پنيان آهن اها حقيقت آهي ڇا ڪاڻ ته هو ماڻهن جي مسئلن سان جڙيل آهي. اهو ٿاڻي تي به پهچي ٿو ته تپيدار ۽ مختيار ڪار وٽ به ڪم اچي ٿو. ماڻهن جي روزمره جي مسئلي سان به جڙيل آهي جنهن مهل اوهان ان جي جاءِ ولاريندو ته پوءِ

اوهان کي ان جي ضرورت ڪا نہ پوندي پر ڏيستائين ماڻهو يا تہ پيپلز پارٽي سان يا تہ وڏيرا شاهي سان آهن. اهي با اثر ماڻهو ائين نہ ايندا آهن اهي حساب ڪتاب ڪرڻ کان پوءِ ئا اچن تہ مون کي ڪيترو فائدو ڏيندو نقصان ڇا ڏيندو. اقتدار ۾ پاور شيئر ڪيئن ملندو وغيره وغيره ان ڪري اها بہ اسان جي ڪوشش آهي پر اڃا اسان جي پارٽي ۽ با اثر ماڻهو صورتحال تي سوچ ويچار ۾ آهيون تہ کهڙي ٽائيم تي کهڙو ڪم ڪجي اسين سمجهون ٿا تہ اهو بہ ضروري آهي.

اسان کي سوسائٽي ۾ سگهارو ٿيڻو آهي جيڪڏهن اسان سوسائٽي ۾ انفلوئنس ٿي نہ سگهندا سون تہ اهو خال اهي ئي پريندا جن جو سوسائٽي تي اڳي ئي انفلوئنس آهي. انهن کي بہ اسان کي پنهنجي صفن ۾ آڻڻو آهي پارٽي ڪيڊر اگر مضبوط هوندو ۽ عوامي رابطو هوندو ۽ عوام ۾ توهان جي آرگنائيزيشن مضبوط هوندي تہ انفلوئنس ماڻهو ائين نہ ڪري سگهندوجو هڪ ڏينهن اچي ٻئي ڏينهن ڀڄي وڃي. ائين ڪرڻ ان لاءِ سولو نہ ٿيندو اهڙا ڪافي پارٽين جا مثال آهن.

مون اوهان کي ٻڌايو تہ پنجن سياسي قومپرست پارٽين سان گڏجي اسان اين ايف سي تي گڏيل موقف

اختيار ڪيو. ان جو ڀروقت سنو اثر پيو» سڄي سنڌ ۾ احتجاج ٿيا. ايس يو پي خود اپري آئي جو ته سڄي سنڌ ۾ يڪجا ورڪرن ۾ گهڻي ۾ گهڻا سنڌ يونائيٽڊ پارٽي جا هئا. اڄ به اهو اشو آهي حڪمران سمجهن ٿا ته بس ڪاٺي ويا سون دهل وڄائيندا سون ۽ سنڌ جي اندر ماڻهن کي بيوقوف ڪندا سون ائين ناهي. مان اين ايف سي متعلق ٿورڙا انگ اکر توهان کي ٻڌائيان ٿو هن اين-ايف-سي ۾ سنڌ کي جيڪي اضافي پيسا ملندا ٦٦ بلين ان جو مطلب آهي صرف ڇهه ارب روپيا. معني ڇهه ارب روپيا سنڌ کي اضافي ملندا جيڪا نو سو ارب روپيا ڏيڻ واري سنڌ آهي جنهن کي ١٣٠ ارب روپيا ملن پيا ان ۾ ڇهه ارب روپيا اضافي ٿيندا. معني ١٣٦ ارب روپيا پي سڄي انگن جي هيرا ڦيري آهي. جڏهن ١٩٩١ع ۾ پاڻي جو معاهدو ٿي رهيو هو ته پنجاب زور رکيو ته ١١٧ ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي هوندو. اچو ته ان کي ورهايون. اسان جي نمائندن چيو ته ١١٧ ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي آهي ئي ڪونه حقيقت ۾ اهو ١٠٧ يا ١٠٨ ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي آهي. توهان ١١٧ جا آڌار ورهائيندو. ايترو ته پاڻي آهي ئي ڪونه. چيائون ته ان جي ورهاست ڪندا سون نتيجو اهو ٿيو جو پهرين سال کان اهو ڪرائيسز

شروع ٿيو يعني ٩٣ - ٩٤ کان شروع ٿيو. حقيقت ۾ پاڻي ايترو هو ئي ڪونه ورهاست ۾ طاقتور هو هٿا پاڻي سنڌ کان کڻي وياسنڌ جو پورو شيئر ٿيو ڪونه ائين ئي انگ اکر اين ايف سي ۾ ڪيو ويو. هيئنر اين ايف سي ۾ انگ اکر ٻڌا اٿن جيڪي چون ٿا جنريٽ ڪندا سون يعني خالي انگ اکر ٻڌا اٿن چون ٿا ته اچو ته ان کي ورهايون. نتيجو ڇا ٿيندو؟ اڳين جون جي بجيٽ کان پوءِ جڏهن پورو سال گذرندو ته اوهان کي خبر پئجي ويندي ته اڳيون نور به ڇت پوءِ چوندا ته نئون ٽيڪس هڻو. عوام ايڏو مهانگائي ۾ ورتل آهي جو هيئنر صوبا ٽيڪس لڳائي ۽ مرڪز الڳ ٽيڪس هڻندؤ ته ماڻهو هٿ ۾ ڏنڊا کڻندا ۽ هڻندن. عوام اڳي بڪ بدحالي جي ور چڙهيل وري اضافي ٽيڪس ڪيئن ڏيندا. ان جي ڪري اهو هڪڙو نڪتي جو ناهه آهي هي حقيقي فگرس آهن ئي ڪونه صرف اهو چون ٿا ته جي ايس ٽي آن سروس اسين وٺي آيا آهيون. اهو اڳي صوبائي کاتو آهي ان کي پرويز مشرف زوري مرڪز ۾ ملايو هو جيڪو تقريبن ١٨ اربن جي لڳ ڀڳ آهي.

هت اهو به چيو آهي ته ٽيڪس ڪليڪشن جا جيڪي چار کاتا مرڪز جا آهن اهي پهريان ٥ سيڪڙو کڻندا هئا هاڻ

هڪ سيڪڙو ڪٽندا. توهان کي خبر آهي ته هڪ سيڪڙو مطابق ١٦ ارب روپيا ٿين ٿا. يعني پنهنجي حصي مان ١٦ ارب روپيا مرڪز کي ڏني آيا آهن. سنڌ جو وڏو وزير ايڏو سخي آهي جو سنڌ جا اربين روپيا ٻين کي پيو ڏئي. سرحد کي ڇيو اٿن ته اوهان وٽ جيڪا تباهي آئي آهي ان لاءِ اوهان کي هڪ سيڪڙو ٿا ڏيون ٽوٽل بجيٽ جو يعني ١٦ ارب روپيا ائين سنڌ جي نمائندن سخاوت ڪئي آهي. هي ڪا جيالن جي ذاتي ملڪيت آهي ڇا؟ اها سنڌ جي ملڪيت آهي اسان جا وسيلا آهن سڀ کان گهڻو فنڊ سنڌ فراهم ڪري ٿي. توهان ائين سخاوت ڪندا وتو جيڪا به لڏ پلاڻ ٿئي ٿي جيترو ان جو اثر سرحد تي ٿئي ٿو اهي ماڻهو لڏ پلاڻ ڪري سنڌ ۾ اچن ٿا انهن کي انفراسٽڪچر سنڌ ٿي فراهم ڪري. سرحد کي ڏنو اٿن ۽ سنڌ لاءِ ڪجهه نه ڪري آيا آهن. پنجاب جو موقف هو ته روينيو جنريشن معني جي اگر بتي يا صابڻ ناهيو ٿا اهو پنجاب جو ماڻهو گهڻو استعمال ٿو ڪري ته ان تي به حصو ڏنو وڃي. اهو به سنڌ جي حڪومت قبول ڪري آئي آهي. جيڪا دنيا جي ڪنهن به ملڪ جي اين ايف سي ۾ ڪرائيٽ ايريا ڪونهي. جنهن جا ڪي انگ اکر ئي ڪونهن ۽ قبول ڪري آيا ادائي سيڪڙو يا ٽي سيڪڙو. اها هڪ مسخري آهي سنڌ جو ڪيس هي حڪومت هارائي آئي آهي! سنڌ جي

مائهن کي آکين ۾ ڏوڙ پئي وجهي وري دهل پئي وڄائي مائهن کي پيا نچائين شرم ڪريو جيالا ! ! پنهنجون ڪرسيون بچائڻ لاءِ چا پيا ڪريو يار رکو اها اوهان کي سنڌ جي وسيلن جي لٽمار ڪرڻ ڪو نه ڏيندا سون. سنڌ يونائيٽڊ پارٽي جا ورڪر زنده آهن توهان جي رستا روڪ ڪندا. اسان ٻين پارٽين کي به گڏ ڪري توهان کي ائين ڪرڻ ڪونه ڏيندا سون ته اوهان غداري ڪري وري ان تي دهل وڄايو. هي ڪيس هارائي آيا آهن ان جا ٻه ڪارڻ آهن اوهان کي ٻڌائيان ٿو. ۲۰۰۸ع جي جنوري ۾ آدمشماري ٿيڻي هئي اها هر ڏهن سالن کان پوءِ آئين موجب ٿيڻي آهي. انهن انگن تي ورهاست ٿيندي آهي. ۱۹۹۸ع کان ۲۰۰۸ع ٿيو. پيپلز پارٽي جي حڪومت ڇهه دفعا آدمشماري کي هٽايو آهي اين ايف سي ورهايو آهي. ان وقت سنڌ جي آبادي ۳ ڪروڙ هئي. هن وقت سنڌ جي آدمشماري ۵ ڪروڙ تي پڪي آهي ۽ هي اين ايف سي جي ورهاست اوهان کي ٽن ڪروڙن تي پئي ملي. هونئن ۲۳ سيڪڙو هو پر هن وقت ۳۰ سيڪڙو ته هن حساب سان جائز حصو ان ۾ به ٿئي ٿو. ان کان پوءِ صوبائي خودمختياري بنيادي اشو آهي ان ۾ خبر ناهي ته ڪهڙا کاتا مرڪز وٽ رکيا آهن ۽ صوبي وٽ رکيا آهن اُن کان سواءِ مرڪز کي حصو ورهائي ڏئي آيا آهن معني ته مرڪز ته

پنهنجي شين مان هٿ کڻڻ ڪونہ گھرجي. ڏسجو پئسا هوڪيندو ۽ کاتا هنن جي مٽي ۾ هٿندو هي تمام وڏو نقصان ڪري آيا آهن اسان توهان کي خبردار ٿا ڪريون تہ اسان ان سلسلي ۾ ١٦ ڊسمبر تي پوري سنڌ ۾ ڪال ڏني آهي تہ ان تاريخ تي ڪارا جهنڊا کڻي احتجاج ڪيو ويندو. سنڌ جي ماڻهن کي اپيل ڪئي آهي تہ ان جي مزاحمت ڪريو اسان جا حڪمران سنڌ جا وسيلا وڃائي آيا آهن ۽ ٻين صوبن کي ڏئي آيا آهن. اهو سنجيده مسئلو آهي هاڻ سنڌ جي ماڻهن کي اين ايف سي جي بہ خبر پوڻ گھرجي. سنڌ جا ماڻهو پڙهيل لکيل آهن پنهنجي ملڪيت جا وارث آهن ۽ ڄاڻو آهن. ان ۾ اوهان سياسي ورڪر تحريڪ ۾ ايندو اڳيان ٿيندو تڏهن وڃي عوام کي آگاهي ملندي.

سيد جلال محمود شاه سربراه ايس يو پي جي تاريخ ١٢ ۽ ١٣ ڊسمبر ٢٠٠٩ع تي سن ۾ منعقد ٿيل پارٽي جي ٽئين قومي ڪانگريس ۾ ڪيل صدارتي تقرير:

☆..........☆..........☆

②

«سائين جي ايم سيد هن ملڪ کي ٿاهڻ وارن مان هو. سائين جي ايم سيد سنڌين کي قومي سڃاڻپ ڏني هن جديد قومپرستي جو نظريو ڏنو. سائين جي ايم سيد پنهنجي سياست جو بنياد عدم تشدد جي نظريي تي رکيو سچ تي بيهڻ ۽ ان تي مستقل هلڻ

هڪ تمام وڏي ڳالهہ آهي. هن چيو تہ «اڄ سنڌ جو ماڻهو غريب آهي سنڌ بيشمار قدرتي وسيلن سان مالا مال آهي پر امير سنڌ جا ماڻهو غريب ڇو آهن؟ اها سوچڻ جي ڳالهہ آهي اسان برابري گهرون ٿا. ان صدي ۾ دنيا کان بائيڪاٽ ڪري حق حاصل نٿا ڪري سگهون. سمورين سياسي جماعتن سان اٽلو ويهڻو آهي ۽ نظام کي تبديل ڪرڻ جي ضرورت آهي». هن چيو تہ «فڪر جي ايم سيد عدم تشدد ۾ سمايل آهي اسان کي اهو رستو نہ ڇڏڻ گهرجي. پ پ پ حڪومت ڇا ڇا نہ ڪيو آهي انهن سڀ ڪجهہ وڪرو ڪري ڇڏيو آهي. هي حڪمران صدارتي نظام ڏانهن پيا وڃن» هن چيو تہ «رياست ۽ مذهب بئي گڏ نٿا هلي سگهن اسان قومي حقن ۾ يقين رکون ٿا». هن گهر ڪئي تہ ۲۰۰۹ع جي اعلانيل آدمشماري فوري طور ڪرائي وڃي ۽ ان بنياد تي حق ڏنا وڃن. گورنرن کي مقرر ڪرڻ جا قانوني اختيار سينيٽ کي آهن ان لاءِ گورنر جي مقرري سينيٽ ذريعي ڪئي وڃي» هن سنڌ جي عوام کي اپيل ڪئي تہ هو ووٽ ذريعي دُرست نمائندن جي چونڊ ڪن ڇو تہ ووٽن ۽ جمهوريت ذريعي ئي حق وٺي سگهجن ٿا». هن چيو تہ «جيڪي ماڻهو ورهين کان هتي آباد آهن انهن کي پنهنجو ڪرٽو پوندو. اڇو—! ايس-يو-پي جو ساٿ ڏيو پوءِ ڏسو قسمت ڪيئن ٿي تبديل ٿئي».

سيد جلال محمود شاهہ سربراهہ ايس - يو - پي تاريخ ١٧ جنوري ۲۰۰۸ع تي سائين جي ايم سيد جي ١٠٥ سالگرهہ جي جلسي ۾ ڪيل تقرير:



## ③

اسان جي پارٽي جو بنياد ئي خود مختياري تي آهي. اسين پنهنجي پارٽي پروگرام جي پاسداري ڪري رهيا آهيون. اسان جون خودمختياري لاءِ جيڪي گهرون آهن انهن ۾ وسيلن جي مالڪي ڪي اوليت آهي. وسيلن ڪي پنهنجي هٿ ۾ وٺڻ سان گڏ حق حڪمراني به خود مختياري جو حصو آهي.

هتي ته گذريل ٽن حڪومتن ڪان سنڌ جو وزير اعليٰ به مٿان ڪان مقرر ڪيو پيو وڃي. اسين صوبي جو چيف سيڪريٽري مقرر نه ٿا ڪري سگهون پوليس جو آءِ جي ۽ رينجرس جو ڊي جي به مقرر نه ٿا ڪري سگهون پوءِ انتظاميه ڪي اسيمبلي اڳيان جوابدار ڪيئن بڻائي سگهندا سون. هي حق حڪمراني جو سوال آهي. اسين سمجهون ٿا ته حقيقي خود مختياري هي آهي ته پنهنجي وسيلن جي مالڪي اسان وٽ هجي. سماجي انصاف وسيلي خوشحالي ايندي صوبائي خودمختياري ڪانسواءِ هي فيڊريشن ۽ هي ملڪ هلائڻ نا ممڪن آهي. خود مختياري جي ڳالهه ڪي ڳار سمجهيو پئي ويو. اڄ حڪمران به خود مختياري جون ڳالهيون ڪري رهيا آهن جيڪي خود مختياري جي گهر ڪندڙ حقيقي آواز ڪي دٻائڻ يا ڏيان هٽائڻ جون ڪوششون آهن.

اسين ڪهڙي حڪمراني چاهيون ٿا ڪهڙا ڪاتا وفاق ۽ ڪهڙا صوبن جي حوالي هئڻ گهرجن. اسان جي دوستن چيو ته اسين اهڙو وفاق

چاهيون ٿا جنهن ۾ پرڏيهي معاملا ڪرنسي ۽ دفاع ڪانسواءِ ٻيا سڀ
ڪاتا صوبن وٽ هئڻ گهرجن اهو صحيح آهي پر اسين دفاع ۾ به برابري
چاهيون ٿا. اٽي جي ڪوٽ جو مسئلو سامهون آهي صوبي لاءِ ڪٽڪ؟
خريد ڪرڻ جو به اختيار ڪونهي اهڙي طرح بجلي جو بحران ڏينهون
ڏينهن وڌي رهيو آهي اهو به خود مختياري سان لاڳاپيل آهي. ڀارت ۾
بجلي صوبائي حڪومتن جي حوالي آهي اسان کي بجلي جي پيداوار ۽
وڪري جي مالڪي جو حق ڪونهي. هاڻي ان سوال تي ته اسان جي
وڏن پاڪستان ڇا لاءِ قائم ڪرڻ گهريو هو. ١٩٤٠ع جي قرارداد مسلم
اڪثريتي علائقن جي گهر بابت تاريخ جي وضاحت ڪرڻ آئون ضروري ٿو
سمجهان. ١٩٣٧ع واري اليڪشن يا ان کان اڳ مسلم ليگ پنجاب
وانگر سنڌ مان هڪ سيٽ به کٽي نه سگهي هئي. ڪميونل ايوارڊ
موجب اليڪشن ٿي هئي جنهن هيٺ اقليت جي نمائندگي کي اڪثريت
تي حاوي ڪيو ويو هو. اسين مسلم اڪثريت وارو صوبو هئاسون اسان
جي نمائندگي ختم ڪئي وئي هئي. ١٩٣٨ع تائين هتي مسلم ليگ جو
نالو نشان ڪو نه هو. جڏهن جناح صاحب ١٩٣٨ع جي ڪراچي
ڪانفرنس ۾ هتان جي نمائندن سان واعدو ڪيو ته مسلم ليگ اوهان
کي ١٩٣٥ع ايڪٽ هيٺ مليل خود مختياري کان وڌيڪ اختيار ڏيندي
تڏهن وڃي هتان جي نمائندن مسلم ليگ جي سپورٽ ڪئي هئي. ان
وقت سنڌ جي پهرين سياسي پارٽي «سنڌ يونائيٽيڊ پارٽي» اليڪشن ۾
٢٢ سيٽون کٽي ايوان ۾ اڪثريت ۾ آئي هئي. ١٩٣٨ع واري
ڪراچي ڪانفرنس کانپوءِ ١٩٤٠ع واري لاهور ڪانفرنس ۾ صوبن

جي خود مختياري کي اوليت ڏني وئي. اسان وڌ کان وڌ خود مختياري لاءِ پاڪستان جي سپورٽ ڪئي پاڪستان قائم ٿيڻ کانپوءِ ڪراچي کي ٽوڙي مرڪز جي حوالي ڪرڻ سان خودمختياري تي پهريون وار ڪيو ويو پوءِ ون يونٽ قائم ڪيو ويو. ان کانپوءِ مسلسل اسان جي سياسي حڪومتن کي ختم ڪيو ويو. اسان سمجهي ويا سون ته اسان کي ديوار سان لڳايو پيو وڃي. بنگالين سان انتهائي اگرائي وارو رويو اختيار ڪيو ويو بلوچستان جي صورتحال کان سنڌ ۾ غم ۽ غصي جي لهر اُٿي پئي هئي.

سنڌ ۾ ٻيلا وڍي ختم ڪيا ويا آهن ڪاٺيون ملن ڪونه ٿيون. پيئڻ لاءِ صاف پاڻي ڪونه ٿو ملي خوشحال سنڌ خوشحال پاڪستان ۾ ڪهڙيون اُميدون رکي سگهي ٿي. جڏهن هو انسان جي بنيادي ضروريات زندگي لاءِ لاچار آهي هي خود مختياري جو مسئلو آهي هن وقت ان لاءِ ماحول نهي رهيو آهي سيني سياسي پارٽين کي خودمختياري لاءِ اڳتي اچڻ گهرجي. اسان جي ادارن کي هٿ وٺي ڪمزور ڪيو ويو آهي. اسان جي پبلڪ سروس ڪميشن بهترين هئي ان کي آهستي آهستي بي اختيار ۽ ڪمزور ڪيو ويو. ملڪ ۾ پارليا مينٽ عدليه ۽ انتظامي ادارن کي قبضه گيريت جو شڪار بنايو ويو. هاڻوڪي سياستدانن هر معاملي ۾ ٽنگ اڙائڻ شروع ڪري ڏني پارليامينٽ بااختيار نه هئي جتي سياستدان آزادانه فيصله ڪري

سگهن. نتيجي ۾ هنن هر طرف انڪروچمنٽ ڪرڻ شروع ڪري ڏني. هن وقت ملڪ ۾ عدليه جي آزادي جي تحريڪ هلي رهي آهي. اسين ان جي انهي لاءِ سپورٽ ٿا ڪريون ته آزاد عدليه وسيلي صوبائي اڌارن کي مضبوط ڪري سگهبو. سينيٽ جو با اختيار هئڻ ضروري آهي ان لاءِ اسان جي گهر آهي ته سينيٽرن کي عوامي ووٽ ذريعي چونڊيو وڃي وفاق ۾ سينيٽ کي وڌيڪ اختيار بنايو وڃي. توڙي جو اسين پارليامنٽ ۾ اچي نه سگهيا آهيون پر اسين سياستدان آهيون سياست وسيلي پنهنجي ملڪ ۽ عوام جي خدمت ڪندا سون. پاڪستان اهڙي موڙ تي بيٺو آهي جتي ان جو نظام تبديل ڪرڻ ضروري آهي. سنڌ يونائيٽڊ پارٽي سان گڏ سيني پارٽين جي ضرورت آهي ته اُهي صوبن جي حقيقي خودمختياري لاءِ آواز اُٿارين.

سربراهه سيد جلال محمود شاهه سربراهه ايس - يو - پي ۷ جون ۲۰۰۸ع تي

ڪراچي ۾ ٿيل خودمختياري ڪانفرنس ۾ ڪيل تقرير:

☆..........☆..........☆

④

پاڪستان ۱۹۴۷ع ۾ پنهنجي وجود ۾ اچڻ کان اڄ ڏينهن تائين وجود جي جواز ۾ گهوٽالي جو شڪار رهيو آهي مسلم اڪثريتي رياستون ۱۹۴۰ع جي قرار داد جي بنياد تي پاڪستان ۾ شامل ٿيون هيون پر انهن ئي وفاقي اڪاين کي سندن خودمختيارين ۽ پين حقن

ڪان محروم ڪيو ويو. ملڪ «مضبوط مرڪز» جي سراب هيٺ هلايو پيو وڃي. جڏهن ته اتان مڃائڻو آهي ته خودمختياري وفاقي اڪايون جن وٽ پنهنجي وسيلن جو ڪنٽرول هجي / هوندو سي ئي وفاق جي وجود جي ضمانت بڻجي سگهن ٿيون. اوڀر بنگال (هاڻي بنگلا ديش) جي عليحدگي ان سلسلي ۾ هڪ ناقابل انڪار حقيقت آهي.

ان ڪان علاوه قرارداد لاهور جو مقصد هڪ مذهبي رياست تخليق ڪرڻ هر گز ڪونه هو. ملڪ جي باني ۽ پهرين گورنر جنرل مسٽر محمد علي جناح اهڙي خيال جي سختي سان مخالفت ڪئي هئي (آئين ساز اسمبلي کي خطاب ١١ آگسٽ ١٩٤٧ع) پر بد قسمتي سان مستقل مفاد ٽولو آئين پاڪستان ۾ «قرارداد مقاصد» جي،چتي لڳائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو جنهن عمل انتها پسندن جي وڌڻ ويجهڻ لاءِ راهه هموار ڪري ڇڏي هڪ اسلامي رياست ۾ حڪمران چاهي ڪٿي اهو چونڊيل هجي يا غاصب پاڪستاني عوام بدران خدا کي جوابده هوندو. اڄ اها قرارداد مقاصد پاڪستان آئين جي «ميگنا ڪارٽا» تصور ٿئي ٿي جيڪا ڳالهه جناب محمد علي جناح جي جمهوري ذهن ۽ فڪر سان متضاد (ٽڪراءُ ۾) آهي.

جيڪڏهن پاڪستان کي فنا ٿيڻ ڪان بچڻو آهي ته «نئين سماجي معاهدي» جي فوري ضرورت آهي. پاڪستان پيپلز پارٽي جي مرحومه چيئرپرسن بينظير ڀٽو ان ڳالهه جي قائل هئي ته پاڪستان کي قائم رکڻ لاءِ قومن جي وچ ۾ نئون سماجي معاهدو ضروري آهي اهڙو

معاهدو جيڪو انهن جي حفاظت ڪري جن رياستن جو تاريخي طور استحصال ڪيو ويو آهي جن ڪي بي اختيار ڪيو ويندو رهيو آهي ۽ جن ڪي نڌڻڪو ڪيو ويو آهي. هڪ سٺي لکيل ۽ تعظيم لائق آئين جي وڏي اهميت آهي پاڪستان ڪي پنهنجو سياسي ۽ سماجي ڪلچر نئين سر تشڪيل ڏيڻ جي ضرورت آهي.

سنڌ يونائيٽڊ پارٽي پڻ نئين سماجي معاهدي خودمختياري ۽ وسيلن جي وفاقي اڪاين پاران مالڪي لاءِ جاکوڙي رهي آهي. نئين سماجي معاهد ي بابت اسان جو تصور هيٺين نقطن مان جهلڪي ٿو:

١ـ پاڪستان هڪ گهڻ قومي ملڪ آهي.

٢ـ سموريون وفاقي اڪايون تاريخي طور تي (سنڌي پنجابي پختون ۽ بلوچ) قومن جا وطن آهن ۽ هر اڪائي کي هڪ قومي اڪائي سمجهيو وڃي انتظامي اڪائي نه.

٣ـ سموريون وفاقي اڪايون برابر ۽ خودمختيار هونديون.

٤ـ وفاقي حڪومت وٽ دفاع پرڏيهي معاملا ۽ ڪرنسي جا کاتا هجن باقي سمورا کاتا وفاقي اڪاين وٽ هجن.

٥ـ پاڪستان جو وفاق «پاڪستان جون گڏيل رياستون» "United States of Pakistan" سڏيو ويندو.

٦ـ سينيٽ جا ميمبر سڌي ووٽ «عوامي ووٽ» ذريعي چونڊيا ويندا.

٧ـ سينيٽ ۾ صرف ۽ صرف وفاقي اڪاين جي نمائندگي هوندي.

٨ـ پارليامينٽ ۾ مخصوص سيٽن جو تعداد ٥ سيڪڙو کان وڌيڪ

نہ هوندو.

٩ـ وفاقي اڪاين جا گورنر لاڳاپيل اڪائي سان تعلق رکندڙ سينيٽ جا ميمبر چوندبيندا ۽ اهي وفاقي حڪومت پاران مقرر نہ ٿيندا.

١٠ـتيل گيس ۽ ڪوئلي سميت سمورا وسيلا لاڳاپيل وفاقي اڪائي جي ملڪيت تصور ٿيندا.

١١ـNFC ختم ڪيو ويندو سموريون وفاقي اڪايون مالي معاملن ۾ پڻ خودمختيار هونديون ۽ اهي وفاقي حڪومت جو خرچ وفاق ۽ نمائندگي جي بنياد تي پرينديون.

١٢ـ هڪ وفاقي اڪائي جي پنهنجي داخلي سلامتي لاءِ پنهنجي مليشيا(نيم فوجي دستا) رکڻ جو حق هوندو.

١٣ـوفاق اڪاين کي وفاقي حڪومت جي اجازت سان بين الاقوامي تجارتي ۽ مالي معاهدا ڪرڻ جو حق هوندو.

١٤ـ بري بحري ۽ هوائي فوجن جي سربراهن چيئرمين جوائنٽ چيف آف اسٽاف ڪميٽي سپريم ڪورٽ جا ججن بشمول چيف جسٽس اٽارني جنرل اسٽيٽ بينڪ جي گورنر ۽ چيف اليڪشن ڪمشنر جي تقرري جي منظوري پاڪستان جي سينيٽ ڏيندي.

١٥ـ قومي فوج ۾ سمورين وفاقي اڪاين جي نمائندگي هڪ جيتري هوندي.

١٦ـ مستقل مفاد پرست ٽولي پاران پنهنجي مذموم مقصدن جي حاصلات لاءِ مذهب جو نالو استعمال ٿيندو آيو آهي. رياست

هڪ فردنہ پر ڪارپوريٽ باڊي آهي ۽ اُها قيامت جي ڏينهن پنهنجي سنن ۽ برن عملن جو حساب ڪيئن ڏيندي؟ رياست جو سرڪاري مذهب هئڻ واري شق آئين مان ختم ڪئي وڃي.

١٧ـ وفاقي شرعي عدالت پارليامينٽ کان مٿانهون ادارو آهي جيڪو ختم ڪيو وڃي.

١٨ـ پرڏيهي معاملن بابت سنڌ يونائيٽڊ پارٽي جو خيال آهي تہ اهو ملڪي مفاد ۾ آهي تہ پاڪستان پنهنجي پاڙيسري ملڪن خاص طور تي ڀارت ۽ افغانستان سان سٺا تعلقات رکي جن جو بنياد انهن جو اندروني معاملن ۾ عدم مداخلت جي اصول تي هجي. ان عمل سان سرحدن تي ڇڪتاڻ ختم ٿيندي ۽ نتيجي ۾ دفاعي بجيٽ بہ گهٽائي سگهبي. نتيجي ۾ جيڪا رقم بچندي اها ملڪ جي ترقي تي خرچ ڪري امن ترقي ۽ خوشحالي آڻي سگهبي.

سيد جلال محمود شاه صدر ايس يو پي طرفان تاريخ ١٧ سيپٽمبر ٢٠٠٨ع تي

پريزيڊنٽ آف پاڪستان کي لکيل خط:

☆..........☆..........☆

⑤

قدرتي ۽ معدني وسيلا گيس تيل ڪوئلو اربين روپين جي ملڪيت قومن جي ملڪيت آهي. قادر پور گيس فيلڊ بہ سنڌ جي قومي ملڪيت آهي جنهن جي نيلامي سنڌ ۽ سنڌ وارا

قطعي به برداشت نه ڪندا. دنيا ۾ جتي به معدني وسيلا هجن انهن تي اسان جي مقامي ماڻهن جو حق هوندو آهي پر پاڪستان ۾ اُبتو قانون آهي جو قومن جي معدني وسيلن تي مرڪز جو قبضو آهي. مرڪز کي ڪو به حق حاصل نٿو ٿئي ته سنڌ جا قومي معدني وسيلا نيلام ڪري. صوبن ۽ قومن پنهنجي حقن تان هٿ ڪنيو ته انهن تي مرڪز قبضو ڪري ورتو آهي اسان اڄ جي حڪمرانن کي خبردار ٿا ڪريون ته جنهن قوم توهان کي ووٽ ڏني توهان سان محبت ڪري اقتداري اعوانن ۾ موڪليو آهي جيڪڏهن اوهان سنڌ جي ماڻهن جي حقن جي ڳالهه نه ڪئي انهن جي مسئلن ۾ دلچسپي نه ورتي ۽ هميشه وانگر لاتعلقي ڏيکاري ته ماڻهو ڪين پنهنجن گهرن ڏانهن واپس اچڻ ڪو نه ڏيندا ۽ اوهان سان نفرت جي اظهار ڪندا. گهوٽڪي ضلعي سميت سنڌ جي چونديل سيني نمائندن قادرپور گيس جي وڪري خلاف آواز نه اُٿاريو آهي ڪين سنڌ ۽ سنڌي قوم جي مفاد خاطر هاڻي استعيفا ڏيڻ گهرجي ته جيئن سنڌ جي حقن لاءِ جهيڙيندڙ ڏريون ايوانن ۾ پهچي سنڌ جي ماڻهن جا حق حاصل ڪري سگهن. معدني وسيلن کي وڪرو ۽ خريد ڪندڙ اڄ جا حڪمران پاڻ ئي آهن ۽ جتي جتي سنڌ جي معدني وسيلن جي وڪري ڪرڻ جي ڳالهه ڪئي ويندي آهي اُتي ايس-يو-پي احتجاج ڪندي. قادر پور گيس فيلڊ جي نيلامي خلاف

ڪراچي کان ڪشمور تائين احتجاج ڪيو ويندو.

سيد جلال محمود شاهه سربراهه ايس - يو - پي تاريخ ٢٦ آڪٽوبر ٢٠٠٨ع تي

قادرپور گيس فيلڊ جي وڪري خلاف عوامي احتجاجي جلسي ۾ ڪيل تقرير:

☆..........☆..........☆

⑥

«بيشڪ خدا نٿو بدلي انهن قومن جي قسمت جيڪي تبديلي جو پاڻ نٿيون سوچن». اڄ اسين اوهان وٽ جيڪو خواب کڻي آيا آهيون جيڪو پروگرام کڻي آيا آهيون اهو اوهان جي قسمت جي تبديلي جو آهي پر ان لاءِ اوهان کي اٿڻو پوندو اوهان کي سوچڻو پوندو اوهان کي وڪ وڌائڻي پوندي اسان جي هٿ ۾ هٿ ڏيڻو پوندو. اوهان کي يقينن هن قوم جي قسمت اسان تبديل ڪري ڏيکاريندا سون. اوهان کان هڪ سوال آهي ته «امير سنڌ جو عوام غريب ڇو؟» جڏهن ته اسان وٽ قدرت جا بيشمار وسيلا آهن بهترين زمين آهي ۽ بهترين زراعت آهي تيل جا ذخيرا آهن شوگر ملون آهن پوءِ به هتي جو عوام غريب ڇو آهي؟ ڇا الله سائين اوهان کي هن لاءِ خلقيو آهي ته توهان غريب هجو ۽ توهان جي سرزمين شاهوڪار هجي جيڪڏهن اهو نظام آهي ته سعودي عرب جا ماڻهو غريب ڇو ڪونهن؟ اتي به تيل نڪري ٿو دبئي ۽ ٻيا به ملڪ آهن «سڄي دنيا جا ماڻهو اتي ڪمائڻ وڃن ٿا اهي ملڪ غريب نٿا ٿين؟ اتي جا

ماڻهو غريب ڇو ڪو نه آهن؟ اهو سوال آهي هن نظام جو پاڪستان ۾ ان جي نظام جو جنهن ۾ صوبا خودمختيار ناهن. انهن جا وسيلا انهن وٽ ڪو نه آهن انهن جو اختيار انهن وٽ ڪو نه آهي!

• «چون ٿا ته غريب عوام لاءِ روٽي ڪپڙا اور مڪان سڀ شاهد وينا آهيون ٻڌايو ته هن ملڪ ۾ ڇا اٽو سستو آهي؟ ڇا زراعت پيشا ماڻهن ڪي مناسب اگهه ۾ پاڻ ملي ٿو؟ڇا توهان وٽ ڇوويهه ڪلاڪ بجلي آهي؟ وڏي مقدار ۾ پيدا ٿيندڙ ملڪ ۾ ڪنڊ اوهان ڪي سستي اگهه ۾ ملي ٿي؟ ڇا توهان جي گهرن ۾ گيس جي ذريعي چلهو ٻري ٿو؟ ۽ ڇا هر شهر ۽ هر ڳوٺ ۾ صاف پيئڻ جو پاڻي آهي؟ جي نه ته پوءِ ڪيئن ٿا چون ته سنڌ جو ماڻهو خوشحال آهي؟ ۽ چون ٿا وفاق ڪجهه به نٿو ڪري اسان با اختيار آهيون! جي توهان بااختيار آهيو ته غريبن ڪي صاف پيئڻ لاءِ پاڻي ته ڏيو! سنڌ ۾ ٣٠ سيڪڙو سائي جي مرض ۾ مبتلا ماڻهو خراب پاڻي جي ڪري ٿيا آهن. هي ماڻهو غريب مهانگي پاڻ جي ڪري ٿيا آهن بينڪن جي وياج جي ڪري ٿيا آهن صحت جي سهولتن جي نه هجڻ جي ڪري ٿيا آهن. ماڻهو بيمار ٿين ٿا ته پنهنجو ڍڳو ٻڪري يا پنهنجو ٽريڪٽر سائيڪل وڪٽي سڄي زندگي جي ڪمائي پنهنجي علاج ۾ صرف ٿا ڪن!

سيد جلال محمود شاهه سربراهه ايس – يو – پي ١٨ فيبروري ٢٠٠٩ع تي
ماتلي ضلعي بدين ۾ سڏايل جلسي عام ۾ ڪيل تقرير:

☆..........☆..........☆

⑦

سنڌ جا حڪمران بي اختيار آهن حڪمرانن وٽ حق حاڪميت موجود نه آهي. سنڌ مان سينيٽ جي چونڊن ۾ اهڙن ماڻهن کي ٽڪيٽون ڏنيون ويون آهن جن جو سنڌ سان تعلق نه آهي. سنڌ قدرتي وسيلن سان مالا مال آهي پر ان جي باوجود عوام جي بُک بدحالي بيروزگاري ۽ غربت ۾ اضافو ڪيو پيو وڃي. روٽي ڪپڙا ۽ مڪان جو نعرو هڻندڙ حڪمران عوام کان ماني کسيو پڻ کسي رهيا آهن. سنڌ جي حق لاءِ جدو جهد ڪرڻ گهرجي ايندڙ وقت ۾ وڏو طوفان اچي رهيو آهي جيڪو اسان جو ساٿ ڏيندو اهو بچندو ٻيا سڀ لڙهي ويندا.

سيد جلال محمود شاهه سربراهه ايس - يو - پي جي
هالا ناڪه حيدرآباد ۾ ٿيل جلسي ۾ تقرير:

☆............☆............☆

⑧

اڄ اسان توهان وٽ تبديلي جو پروگرام کڻي آيا آهيون. جي اوهان اُهو سمجهيو ۽ ان کي تبديلي جو بنياد بڻايو ته اوهان جي قسمت تبديل ٿيندي نه ته شايد اوهان جي قسمت تبديل نه ٿيندي ڇو ته اهو قرآن شريف ۾ لکيل آهي اسان ڏٺو آهي ته جن شهرن ۾ وڏا وڏا پير هوندا آهن يا وڏا سردار هوندا آهن اتي نشائي هوندا آهن پنهنجي حال تي خوش هوندا آهن ستا پيا هوندا آهن پر اڄ هالا جي نوجوانن جنهن نموني استقبال ڪيو آهي جنهن شهر جي ماڻهن هٿ

مٿي ڪٿي پنهنجي دل جو اظهار ڪيو آهي ان ڪانپوءِ اسان جو ايمان پختو ٿي ويو آهي تہ هن قوم ۾ تبديلي ممڪن آهي.

امير سنڌ جو عوام غريب ڇو؟ اهو سوال ڪٿي توهان ڪان پڇڻ آيا آهيون. اللّٰہ تعاليٰ سنڌ جي ماڻهن کي ائين پيدا ڪونہ ڪيو آهي تہ هو غريب هجن. توهان جي شهر هالا جي اها زمين آهي جيڪا سنڌ جي بهترين زرعي زمين آهي پوءِ بہ سنڌ جو عوام غريب ڇو آهي؟ ملڪ ۾ گهڻي ۾ گهڻو ٽيڪس ڏيندڙ سنڌ جا ماڻهو آهن پوءِ بہ سنڌ جو عوام غريب ڇو آهي؟ توهان ڇو لاچار آهيو؟ ان ڪري جو توهان بار بار اهي غلطيون ڪندا رهيا آهيو توهان بار بار اهو قومي ڏوهہ ڪندا رهيا آهيو جنهن جي سزا غربت جي صورت ۾ اوهان کي ملي رهي آهي. غربت تمام وڏي بيماري آهي سڀني براين جي جڙ آهي پر اها اوهان جي هٿان خدا جي طرفان مڙهيل ڪانهي اوهان پنهنجي حقن کان بي خبر آهيو توهان پنهنجي ذاتي مفاد لاءِ ننڍڙيون ۽ خسيس لالچون دل ۾ رکيو ويٺا آهيو. توهان پنهنجي دولت هن زمين جي هيٺان دولت جو حق گهريو ئي ڪونهي. اولاد جيڪڏهن ماءُ ۽ پيءُ کان گهري تہ ضروري ناهي تہ ان مهل ئي ملي وڃيس رڳو گهرڻ سان ڪو نہ ٿيندو آهي وڏي جستجو ڪان پوءِ پيءُ ان کي خرچي ڏيندو آهي. اسان گهريو ڪڏهن آهي؟ سوال اهو آهي تہ اسان پنهنجا حق گهريا ڪڏهن آهن؟ هن وفاق پاڪستان ۾ پارليامينٽ آهي قومي اسيمبلي آهي سينيٽ جتي اوهان جي مفادن جا فيصلا ٿين ٿا جتي

اوهان جي صوبن جي ڳالهه ٿئي ٿي اُتي اوهان ڪهڙي گهر ڪئي آهي؟ سنڌ جي نمائندگي ڪندڙ ۽ سڏرائيندڙ اهي سنڌ جي ماڻهن کي ٻڌائين ته ڪڏهن هنن وات کوليو آهي. «ڪنهن اسيمبلي ۾ گهر نه ڪندا ته اوهان کي ملندو ڇا؟ آسمان مان راتو رات اوهان جي قسمت تبديل نه ٿيندي جيستائين پنهنجي قسمت جي تبديلي جو نه سوچيندو انهي لاءِ اوهان کي ڪنهن به هٿيار کڻڻ جي ضرورت نه آهي توهان وٽ ڪا بندوق ڪانهي ڪا گولي ڪانهي» ڪو راڪيٽ لانچر ڪونهي جيڪو وڃي هڻندو. توهان وٽ صرف هڪ هٿيار آهي اهو توهان جو جمهوري حق آهي اهو اوهان وٽ ووٽ جو هٿيار آهي توهان ان کي تبديلي لاءِ استعمال ڪري سگهو ٿا.

سيد جلال محمود شاهه سربراهه ايس ـ يو ـ پي ۲۱ فيبروري ۲۰۰۹ع تي

پارٽي طرفان مٽياري ضلعي ۾ سڏايل عام جلسي ۾ ڪيل تقرير:

☆..........☆..........☆

⑨

«سنڌ جي قومي حقن جي حاصلات لاءِ صوبائي خود مختياري حاصل ڪرڻ ضروري آهي». سنڌ جي مالڪي جي حقن لاءِ هاڻي وفاقي سياست بجاءِ قوم پرست سياست کي منظم ڪرڻ جي ضرورت آهي. سنڌ امير صوبو هجڻ باوجود اڄ ملڪ جو غريب صوبو آهي. سنڌ جي قومي پيداواري ۽ قدرتي وسيلن باوجود سنڌ ۾ بيروزگاري ۽ بُک بدحالي نوجوانن کي خود ڪشيون ڪرڻ تي مجبور ڪيو آهي. سنڌ جو عوام

اج بہ مسئلن جي ور چڙهيل آهي. نجڪاري جي نالي ۾ سنڌ جا ادارا تباهہ ڪيا ٿيا وڃن اسان آزاد عدليہ لاءِ جدوجهد ڪئي نہ صرف وڪيلن جي لانگ مارچ جي حمايت ڪئي پر عملي طور هر ضلعي هيڊ ڪواٽرن ۾ وڪيلن جي آجيان لاءِ ڪئمپون قائم ڪيون وينديون.

سيد جلال محمود شاهہ سربراهہ ايس - يو - پي تاريخ ٧ مارچ ٢٠٠٩ع تي

پارٽي طرفان ٽنڊو محمد خان ۾ سڏايل جلسي ۾ ڪيل تقرير:

☆..........☆..........☆

## 10

«نجڪاري جي نالي ۾ سنڌ جا اربين روپين جا ادارا تين وال ڪيا پيا وڃن. ڪروڙين روپيا ڪمائيندڙ سنڌ جو عوام بُک بيروزگاري جي عذاب جي ور چڙهي خود ڪشيون ڪري رهيو آهي اسان جي قسمت ۾ لکيل ڪونهي تہ اسين سدائين غريب هجون. خدا انهن قومن جي قسمت بدلائي ٿو جيڪي پنهنجيون حالتون بدلائڻ لاءِ ڪجهہ ڪن ٿيون. اسان دنيا جي ترقي تہ پري رهي پيٺو تنزل طرف وڃي رهيا آهيون». «ڪجهہ ماڻهو پناڻن تي حملا ڪرائي لساني فساد ڪرائڻ گهرن ٿا ان سازش کان خبردار ٿيو! ملڪ ۾ جلد آدمشماري ڪئي پئي وڃي ان ۾ وڏي چڙهي حصو ورتو وڃي. پارٽي جي سيني دوستن کي هن ڪم ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي.

سيد جلال محمود شاهہ سربراهہ ايس - يو - پي تاريخ ٢١ مارچ ٢٠٠٩ع تي

ٽنڊو الهيار ۾ سڏايل پارٽي جلسي ۾ ڪيل تقرير:

☆..........☆..........☆

11

شهيد اختر علي شاھ جي شھادت ۽ خون رائيگان نه ويندو. لڳي ائين ٿو ته شهيد جو خون سنڌ جي قومي جدو جهد لاءِ تيل جو ڪم ڪندو. ڌرتي جي حقن جي حاصلات لاءِ شھادت ڪان بهتر ڪو ٻيو رستو ٿي نٿو سگھي!

صوبن جي خودمختياري واري پروگرام ڪان توجهه هٽائڻ لاءِ شوشو ڇڏي چون ٿا ته توهان ڪي وڏيڪ صوبا ٿا ڏيون. اهو انتظامي مسئلو آهي اسين چئون ٿا ته پهريان صوبن ڪي پنهنجا اختيار ته ڏيو انهن ڪي پنهنجا ٽيڪس ته ڏيو، انهن ڪي پنهنجي تيل ۽ گيس جي مالڪي جو حق ڏيو ته جيئن غريبن جي غربت ته دور ٿئي. هتي ڄامشورو ڪان سيوهڻ جي وچ ۾ ڪٽي ٻه گيس ڪانهي باوجود ان جي پاڪستان جا ٻيو نمبر وڏا ذخيرا پٽ جبل مان نڪتا آهن جيڪو ڄامشوري ضلعي ۾ آهي. ياد رهي ته سنڌ اسان جو تاريخي وطن آهي هي قومي وطن آهي هتي قومن جي ڳالهه ٿيندي. پنجاب پنجابين جو پختون خواهه پختونن جو بلوچستان بلوچن جو ۽ سنڌ سنڌين جو قومي وطن آهي. سنڌ سنڌين جو قومي ۽ تاريخي وطن آهي اسان گڏيل طور تي قومي طور پاڪستان ۾ شامل ٿيا هئا سين.

هن ملڪ ۾ مرڪزي نوعيت جون ٻه پارٽيون آهن. هڪ پيپلز پارٽي ۽ ٻي مسلم ليگ ڪوئي سڪي جا ٻه پاسا اٿو. توهان جي غربت دور نه ٿيندي ۽ نه ئي وري اوهان جي پريشاني دور ٿيندي. توهان جا حق محفوظ نه ٿيندا. هڪ دفعو سنڌ جي

ماڻهن کي قومي حقن جي بنياد تي ووٽ ڏيڻو پوندو. اسان کي ووٽ ڏيئي ڏسو ته اسين تبديلي جي شروعات ڪيون ٿا يا نه؟ سنڌ جا مسئلا گهٽجن ٿا يا نه؟ هن چيو ته آبپاشي جو وزير ڪيئن ٿو چئي ته ٿل ڪئنال تي ٨ ارب روپيا خرچ ٿيا آهن ان ڪري هاڻ نهندو. قابل شرم ۽ مذمت جهڙي ڳالهه آهي جو چوي ٿو ته هاڻي ٿل ڪئنال بہ نهڻ گهرجي جيڪڏهن اوهان کي ٨ ار روپين تي اعتراض آهي ته گذريل حڪومت طرفان بيشمار روڊ ۽ رستا پاڻي جون اسڪيمون اوهان بند ڇو ڪيون آهن؟ جيڪڏهن انهن پئسن جي ايتري پريشاني آهي ته اُهي بہ ته سنڌ جي ماڻهن جي ڀلائي لاءِ استعمال ٿيندا. ٻئي طرف اها غداري ته چشما ڪئنال تي ٽربائن هڻندا جنهن سان بجلي پيدا ٿيندي» ان جو مطلب ته ٻارهوڻي اهو پاڻي وهندو جيڪو ليگلائيز ٿي ويندو.

بيشڪ اوهان جون قربانيون وڏيون آهن! اوهان جو ماضي شاندار آهي پر ڪالهوڪي تي ڪهڙو تاءُ. اڄ ڪو نئون سج اُڀاريو آئون قومي ڌڏي جو سڏ ڏيان ٿو. سنڌ جي قومي ڌڏي رستي گهڻو ڪجهه ٿي سگهي ٿو وڪ وڌايو سوڀون اوهان کي سڏي رهيون آهن.

سيد جلال محمود شاھ سربراھ ايس ـ يو ـ ڀي شهيد اختر علي شاھ جي چاليهي تي ڄامشورو ۾ تعزيتي ميڙاڪي ۾ ڪيل تقرير.

☆..........☆..........☆

## 12

قومي ڪارڪن چاچا حفيظ قريشي جو هي ڏينهن ملهايو آهي«قومي ڪارڪن» ان ڪري ته چوان جو سائين جي ايم سيد پنهنجي ڪتاب (جنم گذاريم جن سين) ۾ مختلف شخصيتن جو ڪئٽيگريز ترتيب ڏنيون آهن. مثلا «سنڌ جا پير ذاتي دوست اعليٰ ڪامورا» وغيره ان ۾ پهريون چيپٽر آهي. «قومي ڪارڪن» سائين جي.ايم سيد پهريون قومي ڪارڪن غلام محمد پرڳڙي ڄاڻايو آهي. آئون سمجهان ٿو ته چاچا حفيظ قريشي «قومي ڪارڪن» هو جيڪو سڀ کان وڏو اعزاز آهي. جنهن قوم خاطر جدو جهد ڪئي ۽ قرباني ڏني اهو «قومي ڪارڪن» آهي ۽ چاچا حفيظ قريشي جو صحيح اعزاز آهي ته هو «سنڌ قومي ڪارڪن» هو.

وقت تمام تيزي سان تبديل پيو ٿئي جنريشن جي وچ ۾ وڏا گيپس اچي ويا آهن. ڏهه ٻارنهن سال ايترو جلد گذري ويا آهن! سائين جي ايم سيد جي وڇوڙي کي چوڏهن سال ٿي ويا آهن وقت گذرڻ سان يادون ميسارجنديون وڃن! اهي خوشنصيب آهن جن سائين جي ايم سيد ۽ حفيظ قريشي کي ڏٺو ۽ ٻڌو. هن کانپوءِ جيڪا جنريشن ايندي اها وساري ويهندي! جيستائين انهن کي بار بار يادگيري نه ڏياريندا سون ته هي اوهان جا قومي هيروز آهن قومي ڪارڪن آهن. اهو اسان تي فرض آهي ۽ سنڌ يونائيٽيڊ پارٽي اهو پروگرام کنيو آهي وقت به وقت جيڪي به سنڌ جا هيروز آهن انهن جا ڏينهڙا ملهائيندي انهن جي ياد تازي ڪبي ۽ ايندڙ نسلن کي باخبر

رکندي ايندي ۽ چاڻ فراهم ڪندي رهندي ته هنن جو هي ڪردار هو ۽ سياسي ڪردار هو ۽ هنن جو هي ڪنٽيبيوشن آهي.

چاچا حفيظ قريشي جي پيدائش هالا پراڻا رهائش هالا پراڻا ان ڪانپوءِ حيدرآباد. سندس پهرين سياسي جدوجهد جي شروعات خاڪسار تحريڪ کان ٿي پوءِ هاري ڪميٽي نيپ اينٽي ون يونٽ فرنٽ سنڌ متحدا محاذ پوءِ عوامي تحريڪ جيئي سنڌ تحريڪ ۾. سندس زندگي جو وڏو عرصو سائين جي ايم سيد جي نظرئي ۽ ان جي فڪر سان رهيو.

سائين جي ايم سيد جو فڪر ۽ نظريو اوهان کي خبر آهي پر چاچا حفيظ قريشي جي سمجهه موجب انٽرپٽيشن ڪندس. چوندو هو ته ٻاهر هندستان ۾ پڙهايو سون. علامه اقبال جي شاعري پوري هندستان تي ڇانيل هئي. ان جو تمام گهڻو قائل هئس مسلماني جذبي سان سرشار هئس علامه مشرقي جو قائل هئس ۽ اسان کي سنڌ ۽ سنڌي جي خبر پئي نه هئي. اها ته خبر ئي ڪا نه هئيسون ته سنڌ ۾ لطيف به ڪو آهي. رهندو هالا پٽ شاهه پاسي ۾ هئس پر خبر ئي نه هئي! ته شاهه لطيف به آهي. لطيف سائين دنيا جو وڏو شاعر آهي. چوندو هو جڏهن سون سائين جي ايم سيد پڙهيو ته خبر پئي ته اسان جي سنڌ ۾ هڪ وڏو شاعر به آهي ۽ پوءِ لطيف کي پڙهيو سين. چاچا حيفظ قريشي مذهبي طور تي هڪ الڳ اعتقاد رکندو هو. چوندو هو ته سائين جي ايم سيد جو نظريو قوم جو نظريو آهي. يعني سنڌي هڪ قوم آهن هنن جي تاريخي طور تي جداگانه تشخص آهي هنن جي

جدا جاگرافي آهي هنن جا الڳ روايات آهن هنن جا سياسي ۽ اقتصادي مفادات آهن ۽ بحيثيت هڪ قوم آهن. مون سائين جي ايم سيد کي پڑهيو تہ منهنجا سڀ نظريا متجي ويا.

نظريا قومن کي نہ ناهيندا آهن نہ ئي جاگرافي ناهيندا آهن. قدرت قومن کي ناهيندي آهي قدرت انهن جي جاگرافي مقرر ڪندي آهي، قدرت انهن جي زبان ۽ تاريخي روايات کي جنم ڏيندي آهي. اهو قدرتي عمل آهي جنهن جي ڪري اها قوم ٺهندي آهي تنهن ڪري اسين قدرتي ۽ فطري طور هڪ قوم آهيون ۽ ان تي يقين رکون ٿا!!

ان لاء سائين جي ايم سيد بنيادي چار نقطا ٻڌايا آهن. جنهن جي جاگرافي هجي انهن جا سياسي مفادات جدا ثقافتي سجاڻپ ۽ اقتصادي مفادات جيڪي گڏيل هجن انهن چئن جي ميلاپ سان قوم ٺهندي ۽ اها ڪواليفيڪيشن اسان جي قوم ۾ آهن ان ڪري اسين قوم آهيون ۽ چاچا حفيظ قريشي انهن چئني نقطن جو قائل هو. مذهبي نقطئہ نظر کان هو جدا فڪر رکندو هو. ڪيترا دفعا پنهنجي تقريرن ۾ هن چيو تہ آئون قومي فڪر جو قائل آهيان ۽ مذهبي معاملن کي مڪس ڪرڻ جي ڪري مونجهارا ٿين ٿا. ان ڪري سائين کي ان ۾ نہ پوڻ گهرجي اها ان جي راء هئي.

ياد رهي تہ هن ملڪ ٺهڻ کان پهرين ١٩٣٠ع کان وٺي ١٩٣٧ع تائين سائين جي ايم سيد جي فڪر ۾ اهو هو تہ سنڌ جي روشن مستقبل لاء ڇا ٿو ڪري سگهجي؟ نتيجي ۾ پهريون نڪراءُ

سنڌ جي جاگيردار ۽ وڏيرن سان ٿيو جيڪي ان وقت سياست تي حاوي هئا. پيو پاڪستان نهڻ ڪانپوءِ سلئين جي ايم سيد ڪي ٽڪراءُ ۾ اچڻو پيو جنهن تي ڪيس غدار ۽ ملڪ دشمني جا الزام لڳايا ويا. مذهبي طور تي ڪيس چيو ويو ته هي اسلام دشمن آهي. اهڙيون ڳالهيون ڪري هن تي يلغار ڪئي وئي جڏهن سائين جي ايم سيد «جيئن ڏنو آ سون» لکي ڇپايو ڏهن پندرهن سالن ۾ سيڪيولر آئيڊيا ملڪ ۾ شروع ٿي ويو ۽ هڪ مذهبي رياست بجاءِ سيڪيولر رياست جو آئيڊيا قوم ۾ جڙڻ شروع ٿي ويو. ان ڪانپوءِ مٿس ليفٽ ذريعي اٽيڪ شروع ٿيو ته هي وڏيرو آهي جاگيردار آهي پر ياد رکو ته سائين جي ايم سيد چيو ته «مان جوئي آهيان سوئي آهيان».

پاڪستان نهڻ ڪانپوءِ سائين جي ايم سيد سان ٽڪراءُ ۾ چاهي وڏيرو جاگيردار آيو هجي. مذهب جي بنياد تي يا ليفٽ جي ذريعي يلغار ڪئي هجي انهن مختلف وقتن ۾ سائين جي ايم سيد جا سالار مختلف رهيا. هڪ وقت ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌي سائين جي ايم سيد جو سپاهه سالار هو ۽ هڪ وقت اهو به هو. ١٩٦٠ع کان وٺي آخري وقت ١٩٩٥ع تائين سائين جي ايم سيد جو سپاهه سالار چاچا حفيظ قريشي هو. جيڪي يلغارون ٿيون چاهي رياست جي نالي ۾ چاهي مذهب جي نالي ۾ چاهي ليفٽ جي نالي ۾ ان جو جواب چاچو حفيظ قريشي ڏيندو هو. چاڪاڻ ته سائين جي ايم سيد جو هڪڙو طريقيڪار هوندو هو ته هنن کي جواب ڏيڻو ناهي.

هو حقيقت ۾ سائين جي ايم سيد جي فڪر ۽ نظرئي کي

سمجهندو هو ۽ ان خلاف ٿيندڙ هر سازش کي فوري طور سمجهي وٺندو هو هو پنهنجي نظرئي ۾ ڪليئر هو. هن وٽ اگر مگر ڪانه هئي چوندو هو ته اگر مگر چونڪه چناچه اهي لفظ نه وجهو.

توڙي ڦاٽڪ ۾ ٽيل جلسي ۾ يادگار تقرير ڪئي هئائين. چيو هئائين ته اوهان جيڪي چند سئو ورڪر آهيو جن سنڌ جي ماڻهن جي آزادي جي ڳالهه ڪريو ٿا هتي اوسي پاسي ڳوٺ آهن اتان جا ماڻهو هن جلسي ۾ اچي اوهان جي ڳالهه ٻڌڻ لاءِ به تيار ڪونهن. انهن سان ملو ۽ انهن سان تعلق جوڙيو ۽ کين قومي نظريو ٻڌايو ۽ سمجهايو.

سنڌ ۾ چوندا آهن «دانشور» هن وقت جيڪو تيڪو دانشور آهي پر حقيقي طور چاچا حفيظ قريشي «دانشور» هو. دانشور ان کي چئبو آهي جيڪو دانشمند هجي ڏاهو هجي جيڪو پنهنجي قوم کي چاچا حفيظ قريشي قومي شعور ۽ قومي ٻڌي جو وڏو دانشور هو.

بحيثيت «مقرر» سائين جي ايم سيد چوندو هو ته هي سنڌ جو ابو الڪلام آزاد آهي. هن کي عبور حاصل هو ته مجموعي کي ڪلائي يا روئاري سگهي. اها ڪمال جي صلاحيت هئي جيڪا تمام تورن ماڻهن ۾ ٿيندي آهي. سموري دنيا جهان جون ڳالهيون ڪري مکيه نقطي تي ايندو هو. عالم هو قرآن شريف تي وڏو عبور هئس. «وڪيل» جي حيثيت ۾ هڪ دفعي گوڏ ٻڌي جج جي سامهون ويو ۽ جج کي چيائين ته جيئن منهنجي مخالف وڪيل کي گاڏي تائين ڇڏڻ

وئين ائين مونکي به ڳاڌي تائين ڇڏڻ هل اها هڪ مهارت هئي.

اسان سوچي سمجهي سنڌ يونائيٽڊ پارٽي قائم ڪئي آهي سنڌ جي خود مختياري جو پروگرام رکي ٿي. پاڪستان جي وفاق اندر سنڌ يونائيٽڊ پارٽي وٽ ويين آهي. اسان کي فخر آهي ته اسان جي پارٽي جو ڪو به قومي ورڪر ڀتي گيري ۾ ملوث نه آهي اسين عدم تشدد جا حامي ۽ قائل آهيون سياست لاءِ بنيادي شرط ڪردار آهي.

سيد جلال محمود شاهه سربراهه ايس - يو - پي ٢٩ مولائي ٢٠٠٩ ع تي حيدرآباد ۾ چاچا حفيظ قريشي جي ورسي ۾ ڪيل تقرير:

☆..........☆..........☆

## (13)

«پاڪستان جي سياست تي فوج - مسلم ليگ ۽ پاڪستان پيپلز پارٽي جو قبضو رهيو آهي انهن ٽنهي جي غلط پاليسين سبب ملڪ تباهي جي ڪناري تي اچي پهتو آهي. جيستائين عوام ووٽ جو صحيح استعمال نه ڪندو تيستائين حق نه ملندا. اسين سنڌ جي قومي خودمختياري جو پيغام کڻي نڪتا آهيون» هن چيو ته «سنڌ تيل معدنيات ۽ قدرتي وسيلن سان مالا مال آهي ان باوجود عوام بک بدحالي بيروزگاري جي عذاب ۾ سور سهي رهيو آهي. سنڌ ۾ ڌارين جي آبادڪاري دهشت گردي بدامني جهڙا خطرا وڌي رهيا آهن. سنڌ کي ٽوڙڻ جون سازشون ٿي رهيون آهن. جيستائين سنڌ جا

وسيلا سنڌ حوالي نه ٿيندا قومي خود مختياري حاصل نه ڪندا سون تيستائين سنڌ سُک جو ساهه نه ڪڻندي.

سيد جلال محمود شاهه سربراهه ايس - يو - پي ۲۸ مارچ ۲۰۰۹ع تي

ميرپور بٺورو ضلعو ٺٽو ۾ سڏايل عام جلسي ۾ تقرير:

☆..........☆..........☆

**14**

«سنڌ اربين روپيا ڪمائي ٿي جيڪي خرچ وري بين علائقن ۾ ٿين ٿا. اٺهوند بک ۽ بيروزگاري سنڌ کي ڏاڙيل فيڪٽر قبائلي جهيڙن ۽ بدامني جي باهه ۾ ڌڪي ڇڏيو آهي. خدا ان قوم جي مدد ڪري ٿو جيڪا پنهنجي قسمت بدلائڻ لاءِ پاڻ ڪجهه ڪري ٿي. اسان جي سيني سورن ۽ عذابن جو اصل ذميوار مضبوط مرڪز واري پاڪستان جو نظام آهي جنهن وٽ هر مسئلي جو حل فوجي ڏنڊو آهي. بنگالي سڄي پاڪستان ۾ اڪثريت ۾ هئا پر هنن ظالم حڪمرانن هنن کي اهڙو ته تنگ ڪيو جو لکين ماڻهو مارائي رت جو درياءُ پار ڪري بُنگلاديش ٺي ويا. وري بلوچستان کي بنگلاديش بنائڻ لاءِ فوجي چڙهايون ڪري رهيا آهن. اسان جي بزرگن قومي برابري جي بنياد تي پاڪستان ناهڻ لاءِ جدو جهد ڪئي هئي اسان کان سيئي قومي حق کسي اسان کي جبري طريقي سان ون يونٽ مارشلائن ۽ ۱۹۷۳ع جهڙن آئينن هيٺ رکيو پيو وڃي. اسان کي هاڻي پنهنجي

ووٽ جو قدر ڪرڻ گھرجي بد ڪردار سياستدان هر دفعي اسان کي ڪوڙا نعرا ڏئي ٺڳي تا وڃن. روٽي ڪپڙا ۽ مڪان وارن کي ڏسو پيا سڪٽي اٿي ڪي بہ غريب ماڻهو نو ٿو پهچي. اسان ووٽ جو صحيح استعمال ڪيون تہ گهڻو ڪجهہ ٿي سگهي ٿو.

سيد جلال محمود شاهہ سربراهہ اسي-يو-پي تاريخ ٣ اپريل ٢٠٠٩ع تي

پاڻ سعيدآباد ضلعو ڄام شورو جلسي ۾ ڪيل تقرير:

☆...........☆...........☆

## 15

«بلوچستان تي فوجي چڙهائي ڪان پوءِ پاڪستان جي سياسي اڳواڻن نئون بنگلاديش ٺاهڻ جي شروعات ڪئي آهي. سنڌي بلوچ ۽ پٺاڻ پنجاب جي مفتوح ٿي رهڻ کي ڪڏهن بہ قبول نہ ڪندا پختونن کي خودمختياري ڏني وڃي جيڪو نظام چاهين پنهنجي قومي رياست سان لاڳو ڪري سگهن بلوچ پنهنجي معدنيات گوادر بندر ۽ سڄي بلوچستان جا مالڪ آهن ائين اسين سنڌ جي قومي دولت جا جائز مالڪ آهيون. اسان کي مادر وطن جي حڪمراني ڪرڻ جو حق آهي. پاڪستان ۾ ١٩٤٠ع واري قرارداد قومي برابري ۽ خودمختياري ڪانسواءِ هلي نہ سگهندي. هنن حڪمرانن وٽ روس ڪان گهڻا هٿيار ڪونهي جيڪو ڪيترن ئي ملڪن ۾ ورهائجي ويو آهي.

اسان جي قسمت ۾ اهو لکيل ناهي تہ اسان سدائين غريب هجون اسان جي ڪمائي تي ڏاڙو هڻندڙ آمريت پسند حڪمران ۽ مظلوم قومن مان پرتي ڪيل سندن جوڙيوال سنڌ کي پنهي هٿن سان

قري لٽي رهيا آهن. تيل گيس معدنيات ۽ اربين روپين جي ٽيڪس زوري قبائي اسان کي بُک بيماري بيروزگاري قبائلي جهڳڙن ۽ ڌاڙيلن جي باهہ ۾ اُڇلايو ويو آهي.

امير سنڌ جي قومي دولت مڪڙن وانگر ڪائي اسان کي غربت جي موذي مرض ۾ ڦاسايو ويو آهي. اسان ١٩٤٠ع واري قرارداد هيٺ قومي برابرد ۽ خودمختياري جي شرط تي پاڪستان ۾ شامل ٿيا هئا سون. سنڌ صوبو نہ پر قومي رياست آهي آمريت پسند حڪمرانن مضبوط مرڪز واري حڪمراني هيٺ بنگالين کي ڌار ٿيڻ تي مجبور ڪيو اڄ بلوچستان ۾ باهہ پٺي بري هنن وٽ هر مسئلي جو حل فوجي چڙهائي آهي. هي بنگلاديش قائم ٿيڻ واري الميہ مان ڪونہ سکيا ڪوبہ سبق حاصل نہ ڪيائون. بلوچستان ۾ بنگالين واريون حالتون پيدا ٿي ويون آهن. سنڌ کي ٽوڙي ڪراچي کي ڌار ڪرڻ جون سازشون چوٽ چڙهي ويون آهن. سنڌ ۾ لساني ۽ گروهي جهڳڙا ڪرائڻ لاءِ هڪ قومپرست گروپ جي ڪلهي تي ڪات رکيو ويو آهي آئون سڀني سنڌي ماڻهن کي سازشن جي چار ڪان خبردار ڪريان ٿو. هاڻي پاڪستان قومن جي برابري واري نئين سماجي معاهدي هيٺ ئي هلي سگهي ٿو.

ڌاري آبادي کي ٻاهر رکي ڪرفيو لڳائي آدمشماري ڪئي وڃي حڪمرانوءَ پاڻي سر تان چڙهي وڃڻ ڪان اڳ سوچيو ڏينهون

ڏينهن دوريون وجن ٿيون وڏنديون. اسين گهڻو وقت وڃائي ويٺا آهيون باقي وقت وڃائڻ کان اڳ ڪجهه ڪري ونجي.

سيد جلال محمود شاھ سربراھ ايس-يو-پي جو ١١ اپريل ٢٠٠٩ع تي

قاسم آباد حيدرآباد جلسي ۾ ڪيل تقرير:

☆..........☆..........☆

## 16

ڌارين جي سنڌ ۾ آمد ۽ سياسي انتقامي ڪاروائن خلاف اسان جي پرامن جدو جهد کي حڪومت سازش ڪندي پر تشدد بڻايو ۽ اسان جو هڪ ورڪر شهيد ڪيو ويو. سندس خون رائگان وڃڻ نه ڏنو ويندو اسان ٨ جون واري هڙتال کي ڪامياب بنائڻ لاءِ سنڌ واسين کي اپيل ڪيون ٿا ۽ جن پارٽين اڳواڻن حمايت ڪئي آهي انهن جا ٿورائتا آهيون. حيدرآباد ريجن جي ٿاڻي تي چوري ٿيل گاڏيون ۽ هٿيار گڏ ڪرڻ جا اطلاع مليا آهن ۽ اسان کي دهشتگردي ٿيڻ جو خدشو آهي. پيپلز پارٽي ماضي مان سبق نه سکيو اسان پنهنجي جمهوري حق تان پوئتي نه هٽندا سين. اسان ايس-ٽي-پي جي اعلانيل ١٠ ۽ ١٧ جون تي احتجاج جي مڪمل حمايت ڪريون ٿا. هاڻ سنڌ ٢٠ لک ڌارين جو بار برداشت نٿي ڪري سگهي. سنڌ جا بارڊر ڌارين لاءِ بند ڪيا وڃن حڪومت پرامن مظاهري مٿان

گوليون هلائي ثابت ڪيو آهي ته آمريت ڪان به حدون اورانگهي ويئي آهي.

سيد جلال محمود شاه سربراه ايس - يو - پي ۷ جون ۲۰۰۹ع تي
ڪيل پريس ڪانفرنس ۾ پڙهيل پريس اسٽيٽ منٽ:

☆..........☆..........☆

17

سترنهن جنوري سنڌ اندر سائين جي ايم سيد جي ملهائجندڙ سالگره هڪڙي قومي ڏينهن ۽ قومي ميلي جي شڪل اختيار ڪري ورتي آهي چاهي اها سن ۾ ٿئي سکر ۾ ٿئي لاڙڪاڻي ۾ ٿئي يا گهوٽڪي ۾ ٿئي پر اهو طئه آهي ته «سترهين جنوري سنڌ جي قومي ٻڌي جو ڏهاڙو» آهي. جڏهن به هن ملڪ اندر چاهي گڏيل هندستان ۾ يا گڏيل پاڪستان اندر هجي. جڏهن به سنڌ ۽ سنڌ جي قومي مفادن کي خطرو سنڌ جي ثقافتي حقن تي ڌاڙو سنڌ جي وسيلن جي لٽ مار سنڌو تي ڌاڙو سنڌ جي حق حڪمراني کسڻ سنڌ کي يونٽ ۾ ڏيڻ جهڙا جڏهن به ڪم ٿيا آهن ته اهو سائين جي ايم سيد هو جنهن سن جي ميدان تان ٻڌي جو پيغام ڏنو هو. اڄ سترهين جنوري تي آئون سيني جماعتن کي قومي ٻڌي جو سڏ ڏيان ٿو اوهان هن اتحاد ۾ هتي گڏ ٿي «قومي ٻڌي» جو ثبوت فراهم ڪيو آهي.

مون کي يقين آهي ته جيڪو به قومپرست آهي اهو ان ۾ يقين رکي ٿو ته «اسان هڪ جداگانه قوم آهيون. سنڌي هڪ قوم آهن انهن جي جدا هڪ ٻولي آهي انهن جي هڪ جاگرافي آهي انهن جو

تاريخي ورثو آهي انهن جا جداگانه اقتصادي مفادات آهن». اهي قوم جون وصفون آهن جيڪي جديد قومپرستي لاءِ يورپ جو تصور آهن. اهوئي سائين جي ايم سيد هن ملڪ ۾ توهان کي ڏنو آهي ته توهان هڪ قوم آهيو. اها سڃاڻپ سائين جي ايم سيد جي وري اسان هتي سترهن جنوري تي دهرائي رهيا آهيون. اسان کان ۽ اسان جي ليڊرن کان وڏيون وڏيون غلطيون ٿيون. ون يونٽ ناهڻ وقت نوانوي ميمبرن مان عبدالحميد خان جتوئي پير الاهي بخش ۽ شيخ خورشيد غلام محمد پرگڙي ون يونٽ جي مخالفت ڪئي. باقي جيڪي ميمبر هئا انهن ون يونٽ جي حمايت ڪئي هئي اڳيان هلي انهن ماڻهن کي پڇتائڻو پيو. سائين جي ايم سيد انهن کي رستو ڏنو ته اچو پنهنجي غلطين جو ازالو ڪيو اچو توهان پنهنجي سنڌ دشمني کي سنڌ دوستي ۾ تبديل ڪيو ۽ اينٽي ون يونٽ ۾ سنڌ جا سيئي طبقات عوام ۽ وڏيرا سردار سڀ اسيمبلي ميمبر جن ون يونٽ جي حمايت ڪئي هئي اُهي ان جي خلاف اُٿي بيٺا ته ون يونٽ نه رهيو. هر اهو ماڻهو جيڪو سنڌ جي وجود کي تسليم ڪري ٿو ۽ صحي ٿو اهو جي ايم سيد جو فالوور آهي. ڪهڙي به طريقيڪار سان جنهن نه سنڌي سياست ڪري ٿو جنهن به نموني سنڌ جا حق وٺڻ جي ڪوشش ڪري ٿو اسين انهن کي سنڌي سمجهون ٿا ۽ انهن لاءِ ميدان آهي ته جنهن مهل به سنڌ جي حقن کي چئلينج ٿئي اهي گڏجي ڀڏي جو سات ڏين. سائين جي ايم سيد ۽ خان غفار خان به واضح نظريا ڏنا. هڪ هي ته پاڪستان گهڻ قومي ملڪ آهي ملٽي نيشنل اسٽيٽ آهي. ٻيو اهو ته

مذهب کي سياست ۾ نه گڏايو ويندو. خان غفار خان جنهن وقت آئين ساز اسيمبلي ۾ هو ۽ اها ڳالهه جڏهن کئي ته مرڪز پرستن ان تي هوٽنگ ڪري اسيمبلي ۾ ويهاري ڇڏيو ۽ ۱۹۴۹ع تي ملڪ ۾ آبجيڪشن رولز آندائون ۽ مذهبي ذرين کي ايترو طاقتور ڪيائون جو اڄ اهي چون ٿا ته ملڪ جي اندر اقتدار اعليٰ تي اسان جو حق آهي. اسلام جي جيڪا انترپتيشن ڪيون اسان جو جائز حق آهي ۽ اقتدار تي قبضو اسان جو حق آهي. ياد رکو ته سائين جي-ايم-سيد اُن وقت جيڪي چيو اڄ ڇا ٿي رهيو آهي؟ هن ملڪ ۾ جيڪا افراتفري آهي هي جيڪا انتها پسندي آهي اُهو ڇا آهي؟

سائين جي ايم سيد هر آئين ساز اسيمبلي ۾ اهو ئي بنياد نقطو اُٿاريو ته « هي گهڻ قومي ملڪ آهي ۱۹۷۳ع جي آئين تي ٻين ڳالهين کانسواءِ اهڙو ئي نقطو اهو هو جنهن تي اختلاف هو ته ان ۾ اسان جي قومي وجود کان انڪار ٿيل آهي ان ۾ ملٽينيشن جو تصور ڪونهي جيسيتائين اٿين نه ٿيندو تيسيتائين اسان جي مفادن جو بچاءُ نه ٿيندو ڏسو هينئر اسان جا وفاق جي اندر قومي حق محفوظ ناهن».

سائين جي-ايم-سيد ۱۹۵۲ع ۾ ويانا ڪانفرنس ۾ انهن ئي نقطن کي اُٿاريو هو ته جيڪو آبجيڪشن رولز هن آئين جو حصو بڻايو ويو آهي اهو صرف هن ملڪ کي انتها پسند قوتن ڏانهن ڌڪڻ جي

برابر آهي پر ان سان گڏو گڏ بين الاقوامي امن کي به خطرو آهي ۽ اج جيڪو يورپين فورسز ان کي سپورٽ ڪري رهيون آهن ته سياڻ انهن لاءِ به امن جو مسئلو تيندو. دنيا ۾ دهشتگردي وڌندي اج ٦٣سالن کانپوءِ سائين جي ايم سيد جي ڳالهه صحيح ثابت ٿي ۽ ڪيس غدار چوندڙن جو ڪنڌ شرم کان هيٺ جهڪيل آهي هو غلط هئا ۽ سائين جي ايم سيد صحيح هو.

منهنجي ڌرتي جو ڪو به گنهگار نه بخشيو ويندو
ڪو به غاصب ڪوبه غدار نه بخشيو ويندو
روپ رهبر جو نه وني سگهندو رهزن ڪوئي
هاڻ باغي ٿيو آهي - پلارن جو وطن.

اج سنڌ جا ماڻهو جنهن تڪليف مان گذرن پيا سنڌ جو ماڻهو جنهن بُک ۽ بد حالي کي منهن ڏئي رهيو آهي جنهن بيروزگاري جي ور چڙهيل آهي. هڪ هزار ارب روپيا ڪمائيندڙ هن ڌرتي جا ماڻهو اني جي لپ خاطر لئيون کائي رهيا آهن! هيپاٽائيٽس جي مرض ۾ وڪوڙجي ويا آهن انهن جي علاج جي لاءِ وسيلا ڪونهن اهو ڇو؟ ان ڪري جو اسان پنهنجي قومي حقن ۽ قومي وسيلن کان بي خبر رهيا آهيون ۽ انهن تي مالڪي جو حق کسيو ويو آهي.

اسان جا ڪافي دوست اهو چوندا آهن ته فلاڻو اسٽيبلشمينٽ جو دشمن فلاڻو دوست آهي. آئون انهن کي ٻڌايان ٿو ته هن ملڪ ۾ هميشه ٻه ڌريون رهيون آهن هڪڙي مرڪز پرست ڌر آهي انهن جو

خواب اهو آهي تہ پاڪستان ڪي مضبوط ائين ڪري سگهجي ٿو تہ مضبوط مرڪز جي ذريعي سڀ اختيار هڪ جاءِ تي ڪٺا ڪري چند ماڻهن کي اختيار ڏجي انهن جي ذريعي پاڪستان مضبوط ڪيو ويندو. ان ۾ چاهي مسلم ليگ هجي چاهي ان ۾ پيپلز پارٽي هجي چاهي ان ۾ ملٽري هجي اهي ٽئي سينٽرل آئيڊيا جا پوئلڳ آهن.

ٻيون ڌريون قومپرست آهن جيڪي چون ٿا تہ هي گهڻ قومي ملڪ آهي ۽ جمهوريت لاءِ ضروري آهي تہ ماڻهن جي ماڻهو وچ ۾ برابري ٿئي. فرد جي فرد سان برابري هجي قومن جو قومن سان برابري ٿئي صوبن جي صوبن سان برابري ٿئي هتي برابري سراسري جو حساب آهي. اهي ڌريون هميشہ اپوزيشن ۾ رهيون آهن اسين سڀئي قومپرست ڌريون اپوزيشن آهيون. اسين بار بار اها تنقيد ڪندا رهيا آهيون پوءِ اقتداري ڌريون ان ڳالهہ کي سنجيدگي سان ٻڌن ئي ڪونہ ٿيون اڃا تائين بہ پنهنجي اڳرائي واري روي تي قائم آهن. نتيجو اهو آهي تہ اسين ٻوڙي ٻوڙي وري انهن سينٽر لسٽن وٽ جيڪا آئيڊيا آهي ان سان سلهاڙيل آهيون ۽ انهن وٽ ئي ان جو حل ٿا سمجهون. سنڌ جو ماڻهو جيستائين پنهنجي ووٽ جو اختيار پنهنجي قومي وسيلن جي گهر ۽ حق حاڪميت جي مالڪي لاءِ لازم نہ ڪندو نہ تبديلي ڪانہ ايندي.

ڪير ٿو چوي تہ سنڌ جا ماڻهو گڏ ڪو نہ ٿيا آهن گذريل اليڪشن ۾ سنڌ جي ماڻهن گڏيل مينڊيٽ ڏنو آهي افسوس اهو آهي تہ اهو بگهڙن کي مليو آهي نتيجو اهو آهي تہ اسان جا حق ۽ اسان

جا وسيلا انهن جي ذريعي نيلام ۽ سودي بازي تي رهي آهي. موجوده حڪومت جي پاڻي جي وزير ٢٥ تاريخ تي اعلان ڪيو ته اسان ڪالا باغ ڊيم هميشه لاءِ ختم ڪري ڇڏيو. نيڪ پر هڪ هفتي اندر ٣ جون تي نيشنل اڪانامڪ جي ميٽنگ ٿي آهي انهي نيشنل اڪانامڪ ڪائونسل ۾ ميگا پراجيڪٽس جيڪي ڊيمن جا آهن جيڪو پرويز مشرف جو ويزن ٢٠٢٥ آهي انهن ۾ سمورن ڊيمن کي جيئن جو تيئن منظور ڪيو ويو آهي جنهن ۾ ڪالا باغ ڊيم ٿل ڪينال ۽ ٻيا سڀ پراجيڪٽس شامل آهن اهڙي ماڻهو سان ويساهه گهاتي ڇو ٿا ڪيو!؟ جي نٽا ڪريو ته ماڻهن کي مطمئن ڪريو. سنڌ ۾ جيڪو به تنقيد ڪري ٿو سو غدار آهي توهان جي ڏنل اهڙن سرٽيفڪيٽن ئي ته ملڪ کي اهڙين حالتن ۾ پهچايو آهي.

ٻيو هن وقت سنڌ ۾ جيڪو مسئلو ڪار فرما آهي اهو آهي «نسلي» يعني هتي اردو ڳالهائيندڙ جيڪي آهن سي هتي رهندا يا نه رهندا؟ هتي پنجاب مان آيل آبادگار هتي رهندا يا نه رهندا؟ اهي سنڌي آهن يا ناهن؟ اسين سمجهون ٿا جيڪي هتي مستقل آباد آهن جيڪي هتي جي مفادن سان يڪجا آهن ۽ مفادات هن زمين سان آهي ۽ جڏهن مفادن جي جنگ ٿئي ٿي سنڌ جي مفادن سان ٻيا آهن اسين انهن کي سنڌي سمجهون ٿا. ٻئي طرف هڪ اهڙو جيڪو سنڌي به ڳالهائي ٿو سنڌ جي نمائندگي به ڪري ٿو پنهنجي گهرن ۾ سنڌي ٻولي به ڳالهائين سنڌ جي مفادن کي وڄي مرڪز

وت جنهن مهل چاهين نيلامي ڪن ۽ پوءِ وري سنڌ جا چئيمپين ٿيو وتن. اسان هن پليٽ فارم تان ڪهڙي به صورت ۾ سنڌي تسليم ڪو نه ٿا ڪريون. هن وقت سنڌ يونائيٽڊ پارٽي وسيلن جي مالڪي جي گهر تي ڪري اسين چئون ٿا ته هتي جيڪي به قدرتي وسيلا آهن تيل آهي گيس آهي منرل ۽ ٻيا وسيلا ڪوئلو آهي سڀ اسان جون ملڪيتون آهن زير زمين ملڪيتون به اسان جون آهن. هتان ڪليڪٽ ٿيندڙ ٽيڪسن تي سڀ ڪان پهرين مالڪي جو حق اسان جو آهي اهي سڀ سنڌ جي ماڻهن تي خرچ ٿيڻ گهرجن. اسان جو وزير اعليٰ صاحب چوي ٿو ته هتي سنڌ ۾ ته سڀ ڪجهه سک لڳو پيو آهي آئون گهران نٿي ڪو نه ٿو. جنهن ماڻهو کي اها نٿي خبر ڪانهي ماڻهو هتي بک بد حالي ۽ بيماري ۾ مرن پيا اسان پنهنجي لاءِ نه تنهنجي لاءِ گهر ڪري رهيا آهيون. تو وٽ ڪجهه وسيلا هوندا ۽ ڪي اختيار هوندا ته ماڻهن کي ڪجهه ڏئي سگهندين نه ته غربت ٿيندي. هاڻ وقت اچي ويو آهي ته جيڪو به اسان جي قومي وسيلن جي لٽ مار ڪري اسين ان جو گهيراءُ ڪريون. اسين قومي لٽيرن ۽ غدارن جو گهيرائو ڪريون انهن کان پڇائو ڪيون اگر مگر نه هلندي» فلاڻي وُزير هيئن چيو مون کو نه ڪيو. وزير اعليٰ پريس ڪانفرنس ۾ ويٺو آهي ۽ سندس وزير پريس ڪانفرنس پيو ڪري هو چوي ٿو ته مون کي خبر نٿي ڪانهي اهو هن جو ذاتي موقف آهي ڪيترا ڏينهن نڀيون ڪندئو؟ اسين هتي مستقل

رهندڙن ۾ يقينن تضاد نتا چاهيون پر اهو ياد رهي ته سنڌ جي انٽيگريٽي تي سنڌ جي يڪجهتي تي اسين سڀ گڏ آهيون سڀ اتفاق ڪريون ٿا. اسين وڏيرا هجون نِنڍيرا هجون يا وڏا هجون اهو اسان جو قومي مفاد آهي ته سنڌ يڪجا رهي سنڌ مضبوط رهي سنڌ جو اقتدار اعليٰ سنڌ وٽ هجي ۽ اسين سڀ گڏ آهيون ڪوبه اسان ۾ اختلاف ناهي. ماڻهو پيپلز پارٽي ۾ هجي يا مسلم ليگ ۾ يا جيئي سنڌ جي نقطي تي اسين گڏ آهيون ان تي اسان ۾ ڪوبه اختلاف ناهي.

۱۹۹۸ع ۾ آدمشماري ٿي آهي ۲۰۰۸ع ۾ ميڊ ٿي پرووين آهي. ان ۾ ته توهان کي آدمشماري ڪرائڻي هئي. ۲۰۰۸ع کان وٺي ڇهه دفعا اعلان ڪيا ويا آهن ۽ آدمشماري کي ملتوي ڪيو ويو آهي. ٻئي طرف اين ايف سي ايوارڊ ساڍا ڀاويهه سيڪڙو اسان کي ڏئي اسان کي ٺاريو ويو آهي. اسين چئون ٿا ته جيڪا ۲۰۰۸ع ۾ ۳ ڪروڙ آبادي هئي هيئنر اسين پنج ڪروڙ ٻنجي چڪا آهيون. اسان جي آدمشماري ڪريو سڀ کان وڏو اسان جو مطالبو اهو آهي. سنڌ يونائيٽڊ پارٽي هن ايوان جي ذريعي چئون ٿا ته حڪمران فوري طور تي آدمشماري ڪرائين ان موجب فنانس جي ورهاست ۾ جيئن وڌيڪ حق ملن. اڄ به مرڪز پرست حڪمرانن جي پاليسين جي ڪري ماڻهو مايوس آهي لاچار آهن ويچارا آهن. اسين انهن کي

ٻڌايون ٿا تہ لاچار نہ ٿيو ويچارا نہ ٿيو اُٿو پنهنجي جاڳرتا لاءِ
اسان چند نقاط تي گڏ ٿيا آهيون اهو اسان جو قومي اتحاد آهي
ان ۾ اسان جو ساٿ ڏيو اسين يقين ٿا ڏياريون تہ:

ماندي ٿي نہ مارئي ــ تنهنجو الله بہ آهي
جيڪو سو ورهين جا ڏکڙا هڪ لحظي ۾ لاهي
اهو ئي آهي جيڪو ماڳ پهچائيندي مارئي.

اڄ مان هن سن جي اسٽيج تان جتوئي صاحب اوهان چيو تہ قومپرست جلال شاهہ کي اليڪشن ۾ شڪست آئي جي ايم سيد کي شڪست آئي بيشڪ آئي پر اسان مايوس ناهيون ۽ ڪنهن بہ طرح سان پنهنجي قومي حقن تان دستبردار ٿيڻ لاءِ ڪنهن بہ صورت ۾ تيار ناهيون ڪنهن بہ طرح سان پنهنجي قومي وسيلن پنهنجي حق حڪمراني واري دعويٰ تان وٺدرا ڪرڻ لاءِ تيار ناهيون اسان ٻيئا رهندا سون هڪ دفعو هجي يا هر هر هجي ڪٿي لک دفعا هجن پر اسين ٻيهندا سون جيڪو سچ آهي سو سچ آهي ان تي اسان کي ٻيهڻو آهي.

ڪالهہ حضور پاڪ صلعم جبل تي بيهي مڪي جي ماڻهن کي چيو هو تہ «اي مڪي وارئو! جيڪڏهن آئون اوهان کي ٻڌايان تہ جبل جي هن پاسي توهانجو دشمن بيٺو آهي ۽ اهو تياري ۾ آهي توهان کي فتح ڪرڻ ۽ قبضي ڪرڻ لاءِ تيار آهي تہ توهان اعتبار ڪندئو؟» ماڻهن چيو تہ بيشڪ اسين توتي اعتبار

ڪندا سون چو تہ تون امين آهيو. ڪلھه سائين جي ايم سيد جن خطرات کان اوهان کي آگاهه ڪيو جي ڪاش توهان ان جي امامت مڃو ها! امامت قبول ڪريو ها تہ توهان کي هي ڏکيا ڏينهن ڏسڻا نہ پون ها. ان ڪري اسان ڪنهن بہ طرح سان مايوس نہ آهيون اسان سائين جي ايم سيد جي پيغام کي ڪٿي اڳتي وڌندا سون اسان جا نظريات ۽ عمل جو طريقيڪار ٿي سگهي ٿو تہ الڳ الڳ هجن. ترقي پسند پارٽي جو الڳ هجي عوامي تحريڪ جو الڳ هجي جيئي سنڌ جو الڳ هجي پر اسين سڀ هڪ قوم ۾ يقين رکون ٿا ۽ سنڌ جي قومي حقن لاءِ سيئي گڏجي سگهون ٿا ۽ پنهنجي حقن جي حاصلات ڪري سگهون ٿا. سنڌ يونائيٽڊ پارٽي جي ورڪرن کي چوان ٿو تہ اڄ کان وٺي تياري وٺو بلدياتي اليڪشن اوهان جي سر تي آهي سنڌ يونائيٽڊ پارٽي جو ورڪر ڪائونسلري، ناظمي ۽ ضلعي تي بہ بيهندو. اچو رستا بند ڪريون موقعي پرست ماڻهن جا ۽ وڏيرن جا قومي حقن جي حاصلات لاءِ اچو تہ هيٺين سطح کان مٿين سطح تائين گڏ ٿيون. اچو تہ پنهنجي طاقت کي يڪجا ڪريون ۽ دشمن تي اهڙو وار ڪريون ٿي ڏک سان ٽڪرا چار ٿئي.

حڪمرانو! ۱۹۹۴ع ۾ پاڻي تي جيئڻ اوهان نڳي ڪئي وري اهڙي نڳي ٿا ڪريو پر هي نوجوان جن لاءِ اوهان

سمجهو ٿا ته ١٩٧٠ع واري زماني ۾ آهن جن کي ڪا به خبر
ڪانهي. هي صحافي مڊل ڪلاس جا ماڻهو غريب طبقن جا
ماڻهو اديب شاگرد ماڻهن کي سجاڳي ڏين ٿا اهي هاڻ
اوهان کان سوال به پڇندا. اسان کان به پڇندا جي اسين
غداري ڪريون اسان کان پڇاڻو ڪن ۽ جي هي حڪمران
غداري ڪندا ته انهن جو به پڇاڻو ٿيندو ۽ انهن جي رستا
روڪ ڪندا. سنڌ جا سڀ مرد ۽ عورتون سجاڳ ٿي ويا آهن
هاڻ قومي حقن لاءِ يڪجا ٿيا آهن انشاءَ الله اجان سجاڳي
وڌندي اسان پنهنجا سڀ اختلافي مسئلا وساري ڇڏيا آهن:

وساريا سون ڏوڪا سندا دوستن جا
نه دشمن ٿيا سون ڪڏهن دشمنن جا
اڳئ جيڪو آيو اجاري ڇڏيو سون
وهيو واپرايو ڇا؟ وساري ڇڏيو سون.

سيد جلال محمود شاھ سربراھ ايس – يو – پي ١٧ جنوري ٢٠١٠ع تي سائين
جي ايم سيد جي ١٠٦ سالگره تي پارٽي طرفان سن ۾ سڏايل جلسي ۾ ڪيل تقرير:

☆..........☆..........☆

18

وڏيرا ياد رکو! هاري جا ٻچا ٻڪ مٺا ته سڪ توهان به ڪونه
ڏسندا. سنڌ جا ماڻهو مايوس نه ٿيو تبديلي ممڪن آهي قدم وڌايو
اسان اوهان سان گڏ آهيون!

سنڌ جو ماڻهو معاشي طور تي بدحال آهي اتي جي ڳالهه پيو ڪري پاڻي جي ڳالهه پيو ڪري بيماري ۽ سائي ۾ ورتل غريب ماڻهو پنهنجي بيماري ۽ بدحالي لاءِ پريشان آهي. انهي ڪان وڌيڪ سنڌي ماڻهو لاچار آهي ته هنن پنهنجي حڪمرانن ڪي پاڻ چونڊي پنهنجي پير تي پاڻ ڪهاڙو هنيو آهي. ان ڪري سنڌ جو ماڻهو پريشان آهي ته پنهنجا چونڊيل حڪمران هنن ڪي بک بدحالي ۽ ان سان گڏو گڏ هاڻ وري پيو تحفو پاڻي جي سوڪ به ڏئي رهيا آهن. سنڌ جا ماڻهو! مايوس نه ٿيو تبديلي ممڪن آهي قدم وڌايو! پاڻي جو تضاد سنڌ ۽ پنجاب جي وچ ۾ ١٨٢٠ع ڪان هلندڙ آهي اسان ڪي رڳو اها پريشاني ناهي ته پيا صوبا ۽ ڌريون اسان ڪان پاڻي کسي رهيون آهن. پاڻي کسڻ ۾ ليگلا ۽ پيپلا شامل آهن گناهه ۾ گڏو گڏ شريڪ آهن.

مون پڪ سڃاتا پنهنجا هٿا ڌارين سان گڏ ڌاڙي ۾
پٺي وات ڏسيائون ويرن ڪي ويهي وانگيٽڙن جي واڙي ۾.

ڌاريا ته ڌاڙو هڻن پيا پر اسان جا به انهن سان گڏ انهن ڪي گس ڏسين پيا انهن جا هٿ پيا مضبوط ڪن. چور ڪي چون ٿا چوري ڪريو پاڳين ڪي چون پيا ته هوشيار ٿيو. هڪڙي طرف سنڌ جي ٽوپي اجرڪ ۽ درياهه ٻئي طرف سنڌ جو پاڻي نيلام ڪري رهيا آهن. سنڌ جا وسيلا نيلام ڪري رهيا آهن سنڌ جي ماڻهن ڪي غريب تر ڪري

رهيا آهن. انهي ڪري هي بک بدحالي ۽ غربت تي رڳو مطمئن نه رهو ته اها ايتري آهي. اڳتي غربت ايتري نظر پئي اچي «سي-جي ڪئنال» جيڪو وهايو ويندو ان ۾ ايترو پاڻي وهندو جو ڪوٽڙي بئراج کان اهو مڪمل چڻ سگهي ويندو. ڪوٽڙي ڏائون اسٽريم جا ماڻهو ٽنڊي محمد خان جا ماڻهو ٺٽي جا ماڻهو ڪراچي جا ماڻهو بدين جا ماڻهو ان لاءِ بک هڙتالون ڪندا ته اسان کي خدارا پيئڻ جو پاڻي ڏيو جيئڻ جو حق ڏيو سنڌ جا ماڻهو ٺٽي جا ماڻهو نوابشاهه جي ماڻهن سان وڙهندا. نوابشاهه جا ماڻهو خيرپور ۽ سکر جي ماڻهن خلاف هڙتالون ڪندا ته خدارا پاڻي ڇڏيو ته آبادي ڪريون ٻچن جو گذر ڪريون. هي جيڪو زراعت جو مرڪز آهي اتي ٻج سُڪي ويندو هتي جو ڪمند هتي جو ڪيلو هتي جا سڀ فصل ڪيئن ڦٽندا جيئن هينئر سائين زين جن شاخن جو ذڪر ڪيو ته هي سڪيون پيون آهن. انهي کان وڌيڪ سڪنديون.

پاڻي سان زندگي آهي پاڻي سان زراعت آهي پاڻي سان اسان جو مستقبل آهي ۽ اسان جي اقتصاديات آهي. اسان جي پيٽ جي گذر جو وسيلو اسان کي ڪو ڏنڊو ڪو نه ٿو اچي رڳو زرعي ڏنڊو ٿو اچي. ڪو ٽريڪٽر هلائڻ مس سکيا آهيون ڪا زمين کيڙڻ سکيا آهيون هن ۾ صرف سنڌ جو غريب عوام ڪو نه مرندو. پيپلئو ٻڌي ڇڏيو! سنڌ جي عوام کي صرف غربت وڳهي نٿا ماري سگهو او وڏيرا! توهان به بک مرندو جيئن هاري جا ٻچا بک مرندا ائين

توهان به خوشحال ڪونه ٿيندئو. سنڌ جا زميندار جيڪي اسيمبلين ۾ وينا آهن بڌي ڇڏين توهان سنڌ ۾ غربت وڌائيندو ته اوهان به امير ڪو نه رهندئو. ياد رکو صدر صاحب اقتدار جا چار ڏينهن وڌائڻ جي لاءِ اوهان پاڻي وڪڻي رهيا آهيو اهو اوهان جو اقتدار بچائي نه سگهندو. توهان کان اڳ اوهان جي وڏن ان کان به وڏيون خدمتون ڪيون اهي پنهنجي جان بچائي ڪو نه سگهيا توهان به اقتدار بچائي ڪو نه سگهندئو توهان سمجهو ٿا ته سنڌ جو پاڻي وڪڻي چار ڏينهن چار مهينا اسين اقتدار وڌائيندا سون اهي چار مهينا به متان اوهان کي نه ملن اها اوهان جي ڏنل قيمت سنڌ کي ضرور غريب ڪندي. سنڌ جي حقن کي اگر اوهان نيلام ڪري ويندئو ائين جيئن ۹۱ جي پيڪڙي ۹۳ ۾ ڪئي ۲۰۱۰ ٿيا آهن سورنهن سال ٿيا آهن سورنهن سال گذري ويڻ کان پوءِ به اسين ۹۱ وارو پاڻي به نٿا وٺي سگهون. ان ڪري جو اوهان پيڪڙي ڪئي اڄ چشما جهلم ڪئنال چور کي ٿا چئو چوري ڪريو ۽ ڌڻي کي ٿا چئو هوشيار رهو. سنڌ جو ماڻهو ان لاءِ صديون لوڙيندو هي غداري اڪين ۾ ڏوڙ ٿا وجهو هيئنر صحافي ۽ پيا پڙهيا لکيا ٿي ويا آهن. جهر جهنگ ۾ ماڻهو پڙهي ويا آهن سمجهي ويا آهن توهان جون چالاڪيون. هي ۱۹۷۰ع جو زمانو ڪونهي توهان چشما جهلم ڪئنال ناهي ڇڏيو اڄ توهان هلايو پيا انهي غداري جو اسان نه پر توهان به ڳڻ لوڙيندئو.

رڳو پاڻي هڪ مسئلو ناهي هتي جا مڪمل وسيلا تيل ۽
گيس تي به اسين مالڪي گهرون ٿا هڪ طرف اسان اها ڳالهه
ڪريون تازو مهينو به ڪونه ٿيو آهي. پنهنجا لائسنس اي-اين-آءِ
ڪمپني پٽ جبل تي آهي سوئي گيس کان پوءِ وڏي ۾ وڏو گيس
ذخيرو آهي سن جي پر ۾ پٽ جبل تي آهي جنهن مان پنجويهه سال
اسان جي گيس نڪرندي هئي ان کي ڇرٽ ڏني اٿن ته توهان
ڪمپريسر هڻي ان کي تيزي سان گيس ڪيڻ جو ڪم ڪيو. جيڪا
پنجن سالن ۾ جيڪا پنجويهه سالن تائين ماڻهن جا چلها ٻرڻا هئا هاڻ
پنجن سالن ۾ ختم ٿي ويندي. نه رڳو پاڻي پر سنڌ جي تيل ۽ گيس کي
به تيزي سان ختم ڪيو پيو وڃي. ان ۾ به اسان جا حڪمران پيپلز
پارٽي وارا قدرتي وسيلن کي وفاق جي نالي ۾ ختم ڪري رهيا آهن.
هن ملڪ ۾ ٻاهٺ سال اقتدار رهيو اها پاڪستان جي عمر آهي. ان
۾ ٣٢ کان ٣٣ سال فوجي حڪمرانن حڪومت ڪئي آهي باقي
سويلين حڪومت ڪئي آهي. انهن سويلين ۾ مسلم ليگ يا پيپلز
پارٽي ڪنهن به نالي ۾ مسلم ليگ ڪنهن به نالي ۾ پيپلز پارٽي اها
ڳٽ جوڙ ڪري اقتدار ورتو آهي نتيجو اهو نڪتو آهي اسان جي عوام
غريب کان غريب ٿيندي وڃي. انهن کي مڪمل موقعو مليو آهي
عوام لاءِ هنن وٽ ڇا آهي؟ اتي تي وزير صاحب ڪميشن ٽيهه روپيا
وٺي ٿو ڇڏي. پاڻي جو وزير اعلان ٿو ڪري ته ٽيهين ڊسمبر تائين
لوڊشيڊنگ ختم وري ان کان پوءِ ٿو چوي ته آئون ڦري ويس. پاڻي

جو وزير ٿو چوي سنڌ جي پاڻي جو مسئلو جنوري ۾ ختم ٿي ويندو. اسان پنجاب کي اوڌارو ڏنو آهي اسان کي واپس ملندو. هاڻ چون ٿا ته پاڻي آهي ئي ڪونه . آئون ڪائونسل آف ڪامن انٽريسٽ ۾ ڪو نه ويندس يعني ڳالهه پيرن تي ڦري وڃي. ان ڪان پوءِ حيا شرم ٿيندو آهي اهو به ڪو نه ٿو ٿين.

اسين سنڌ جي ڪامورا شاهي کي انتباهه ٿا ڪريون ته اسان جا سياستدان ڪجهه لالچي ۽ بي ايماني واري سياست پيا ڪن. خدارا ان بي ايماني ۾ سنڌ جي وسيلن جي ڦر لٽ ۾ توهان انهن سان گڏجي بٽ آهيو. ان گناهه کان توهان به آجا ڪو نه آهيو. جڏهن به سنڌ جي ماڻهن کي اختيار مليو ته توهان سان ان غداري جو حساب ڪبو. اڄ نيب ۾ رکيو صدر ۽ وزير اعظم ڪو نه آهن ڪامورا به آهن. وڏ ۾ وڏ هن ملڪ ۾ ڪامورن لٽ مار ڪئي آهي آئون سنڌ جي ڪامورن کي ٿو چوان ان لٽ مار ۾ سنڌ ۾ وڌيڪ لٽ مار نه ڪريو. خدارا سنڌ جي ماڻهن کي وڌيڪ غريب نه ڪريو. پوليس جا بندئو ماڻهن کي وڌيڪ نه چيچلايو هي اڳ ۾ئي ماريل آهن. رياست جو ڪم فلاحي آهي هر ملڪ ۾ رياست تي ٽي ذميواريون آهن. سڀ کان پهرين پنهنجي شهري جي جان ۽ مال جو تحفظ ڪرڻ ٻيو نمبر هتي جي تعليم جون سهولتون ميسر ڪرڻ صحت جون سهولتون ميسر ڪرڻ. اسان جي رياست ۾ ڊاڪٽرن کان رشوتون وٺي انهن کي پوسٽون ڏنيون ٿيون وڃن. اي-ڊي-او ڊي-اوز کي رشوت وٺي

پوستون ڏنيون ٿيون وڃن. لاءِ اينڊ آرڊر ڪنٽرول نٿو ٿئي اهي سڀ چون ٿا سنڌ سان برابر ظلم آهي پر توهان کي ڪنهن چيو آهي ته پوليس واري کان ڊاڪٽر کان ماسٽر کان پئسا وٺو ۽ هو ڊيوٽي نه ڪري ان جي ڪري انهي ۾ اوهان به گنهگار آهيو. اسان جو هي سياسي سسٽم گنهگار آهي. آئيني ڪميٽي ويني آهي سال ٿيو آهي ڪاميٽي پئي لکي ٻئي طرف وري اسان جي تيل ۽ گيس جي نيلامي پيا ڪن. معني ته انهن وٽ ڪا به شي نه هجي جو اختيارن جي ڳالهه ڪن يعني اها نڳي ان کان وڏيڪ ڇا آهي. اڳي شهري حڪومتون هونديون هنيون« روم جو شهر هو ان جو بادشاهه هونيرو ان ڇا ڪيو جو شهر کي تيلي ڏني ۽ بانسري پئي وڄايائين ۽ چيائين ته ڏسو ڪيئن پيا ماڻهو تڙپن. هي اسان جا حڪمران به اهڙا شوقين آهن. هن ملڪ کي، غربت ۾ ڏکي يعني بجلي ڪانهي اٺ اٺ ڪلاڪ ڏهه ڏهه ڪلاڪ بجلي ڪانهي. ملڪ ۾ پاڻي ڪونهي» اٽو ڪونهي، ڪنڊ ڪونهي مال ۽ جان جو تحفظ ڪونهي ۽ پاڻ وري بانسري پيا وڄائين خوش پيا ٿين سڀ عوام جا مسئلا حل ٿي ويا.

هر روز اشتهار روز هڪڙي تختي لڳائين ٿا ڪم هلي ئي ڪو نه ٿو. روز تختي ڪنهن مهل روڊ جي هن پاسي ڪنهن مهل هن پاسي تختي لڳايو چون اوپن ٿي ويا ۽ اخبارن ۾ اشتهار ٿي ويو. عوام جا سڀ مسئلا حل ٿي ويا ۽ ٻئي طرف ڪم ڪو نه ٿو ٿئي ائين

ڪونهي عوام پيڙهجي چڪو آهي. ٻن سالن اندر پنجتيهہ ڪان چاليهہ سيڪڙو مهانگائي وڌي چڪي آهي ٻگهار دار ماڻهو ڪيئن پورت ڪندو. جيڪو مزدوري ڪري ٿو ڪٿان پورت ڪندو. ان ۾ چٽ ڪٿائي ضرور ٿيندي ماڻهو پاڻ ۾ وڙهندا خانہ جنگي ٿيندي. تمام وڏو بحران آهي ۽ هنن کي پرواه ڪانهي ڇو جو هنن کڏهن جائز وسيلن تي گذر ڪيو ئي ڪونهي. پيپلز پارٽي وارا چون ٿا تہ اسان ٻارنهن سال اقتدار کان ٻاهر رهيا آهيون.

ماڻهو ان جي سنگت کان سڃاڻبو آهي هي حڪمران اهڙا آهن هڪڙا چور ٻيا ڀاڙاريدار ٽيان ڳنڍي ڇوڙ. هنن جي چئو طرف آهن ڪاتڪو جيڪي عوام آزار آهن عوام دشمن آهن. آئون اوهان کي اهو ڪو نہ ٿو چوان تہ بندوقون کڻي وڙهو. اسان جي سنڌ يونائيٽڊ پارٽي خود مختياري جو پروگرام ڏنو آهي اهو هڪڙو سياسي پروگرام آهي سياسي وسيلن سان اسان حاصل ڪندا سون اسان ووٽ ذريعي حاصل ڪرڻ چاهيون ٿا. اسان چاهيون ٿا تہ سنڌ ۾ اهڙو قومي ورڪر تيار ٿئي جيڪو سياست کي سماجي خدمت سمجهي. سماجي تبديلي يا انقلاب لاءِ اسان سان هٿ ۾ هٿ ڏئي اڳتي وڌو. اسان کي عوام دوست ورڪر پيدا ڪرڻا آهن نئين ۾ نئيو اسان جي پارٽي جو ورڪر عوام دوست هئڻ گهرجي. سنڌ

يونائيٽڊ پارٽي جا ورڪر سائين زين شاهه جي نگراني ۾ انهن ادارن جي سنڀال ڪندا جيڪي اسان جي وڏن ناهيا آهن انهن کي بچائيندا انهن کي بحال ڪندا عوامي خدمت جيڪا سماجي خدمت آهي اها ماڻهن تائين پهچندي. هتان جا اسڪول ۽ اسپتالون هلنديون هتي جا ڏُرعي ادارا ٽيچرن جون ٽريننگون ٿينديون هتي سيڊ ڪارپوريشن سيڊ ٺاهيندو هتي ڪاٽن ريسرچ ۽ نوان نوان ٻج ايجاد ٿيندا. اسان جو اهو خواب آهي جنهن موجب هر ماڻهو خوشحال هجي هر ماڻهو جو معيار زندگي مٿي هجي. سنڌ جي خوشحالي چاهيون ٿا ته تبديلي لاءِ آئون چوان ٿو. مايوس نه ٿيو تبديلي ممڪن آهن قدم وڌايو اسين توهان سان گڏ آهيون.

سيد جلال محمود شاهه سربراهه ايس- يو-پي، فيبروري ۲۰۱۰ع تي
سڪرنڊ نوابشاهه ۾ پارٽي جلسي ۾ ڪيل تقرير:



## 19

اسان پروگرام ڏنو هو ته خودمختياري جو مطلب آهي وسيلن جي مالڪي ۽ حق حڪمراني يعني هتي جيڪي وسيلا آهن ان تي هتان جي ماڻهن جو ئي حق آهي اگر ڪوٽڙي ۾ ڪارخانا آهن يا ٽيڪس آهي ته ان جو مالڪ ڪوٽڙي جو عوام هجي. ان جو فائدو وڌ ۾ وڌ هتي جي عوام کي ملڻ گهرجي سنڌ کي بار بار اسلام آباد مان

حڪمراني ڏني ويندي آهي.

حق حڪمراني اسان وٽ ناهي اسان کي اهو اختيار ناهي ته پاڻ چونڊي سگهون! اهو حق ڪسيل آهي. جيستائين اهي شيون حاصل نه ٿينديون ماڻهن جا مسئلا حل ڪرڻ ممڪن نٿي ڪونهي. آئون پنهنجي لاءِ ووٽ نٿو گهران چوان ٿو ته اوهان پنهنجي ووٽ کي آزاد ڪريو. رڳو ايترو آزاد ڪريو جو اوهان جي دل جنهن کي چاهي ان کي ووٽ ڪري سگهو ۽ ووٽ غلام نه هجي. اوهان کي بار بار انهي آزادي رات جو دروازي تي دستڪ ڏنو آهي توهان اڪ ڪولي وري سمهي رهيا آهيو. اڄ جيڪو اوهان جو غلام ووٽ آهي ان ڪري اوهان جي زندگي بد تر آهي توهان کي پيئڻ جو صاف پاڻي به ميسر ناهي. اها توهان جي لاتعلقي ۽ بي خبري آهي ان ۾ مبتلا آهيو اها اوهان جي پنهنجي ڀُل آهي ۽ اوهان جي غلطي آهي توهان پنهنجو پاڻ کي آزاد ڪو نه ڪيو. هاڻي اوهان جي قسمت اوهان جي پنهنجي هٿ وس هئڻ گهرجي. ڇا انهن سياستدانن کي سياست ڪرڻ جو حق آهي؟ جيڪي ماڻهن جي نوڪرين کي نيلام ڪن ٿا؟ چون ٿا ته اسان کي مينڊيٽ آهي يقيناً توهان کي مينڊيٽ آهي عوام ان لاءِ اوهان کي مينڊيٽ ڪونه ڏنو آهي ته انهن جي حقن کي انهن جي روزگار کي ۽ انهن جي نوڪرين کي وڪڻندا رهو ۽ نيلام ڪندا رهو.

ڄامشوري ضلعي اندر زمين جي جيڪا بندر بانٽ ٿي رهي آهي ٿاڻي بولا خان ڪان وٺي سڄي تعلقي ڪوٽڙي تائين روينيو ريڪارڊ جي تباهي

ڪٽي وئي آهي ۽ ان ۾ هتان جا سياسي نمائندا مڪمل طور ان ۾ شامل رهيا آهن. ڇا انهن کي اهو حق آهي ته هو سنڌ جون زمينون وڪڻن. ڇا غريبن ۽ انهن جي اولاد کي زمينون نه کپن؟ ڇا انهن جو مستقبل ڪونهي جو مرضي پوي ته بلڊرن کي وڪڻي ڇڏيو ڊارين کي وڪڻي ڇڏيو. غريبن لاءِ زمين تنگ ڪئي پئي وڃي ڪارخانن ۾ روزگار جا دروازا بند ڪيا ٿا وڃن اهو اوهان کي ڪنهن حق ڏنو آهي؟ ڇا ماڻهن اوهان کي ووٽ ان لاءِ ڏنو ته اوهان انهن جي مفادن کي نيلام ڪريو.

دوستو! حڪمران چون ٿا ته اسان تي هي قومپرست تنقيد ڪن ٿا ڇو ٿا تنقيد ڪن؟ اسيمبلن ۾ ته خاموش گنهگار وينا آهن. سنڌ جا وسيلا يعني ٽيڪس قدرتي وسيلا اين ايف سي جا وسيلا ته اوهان مرڪز وٽ نيلام ڪري ڇڏيا. هاڻ اسين پنهنجي ماڻهن کي سجاڳي ٿا ڏيون ته توهان جا ٻه هزار ارب روپيا هتا اهي ڏئي توهان لاءِ ٻه سئو ارب روپيا وٺي آيا آهن. هي چون ٿا ته اوهان ماڻهن کي اهو ڇو ٿا ٻڌايو. اهو گناهه ته اسين ڪندا آيا آهيون ۽ ڪندا رهندا سين اسين ٻه عادي آهيون توهان ٻه پنهنجن ڏوهن جا عادي آهيو اسين ٻه سچ چوڻ جا عادي آهيون. اسين پنهنجي ورڪرن کي سنڌ جي ماڻهن کي بار بار ٻڌائيندا سون ته توهان ڇا پيا ڪريو! چون ٿا ته اسان کي مينڊيٽ مليو آهي اسان نوڪريون وڪڻون ڪرپشن ڪريون ۽ ڪو اسان تي آڱر نه کڻي ته ادا اهو گناهه اسان ڪندا رهندا سون توهان تي تنقيد ڪندا رهندا سون. توهان جو

ڪم آهي ته پنهنجي غلطين کي درست ڪريو.

سنڌ يونائيٽڊ پارٽي حقيقي طور تي سنڌ ۾ اپوزيشن پارٽي ٿي اُڀري آهي. اپوزيشن جو ڪم آهي حڪومت جي غلطين جي نشاندهي ڪرڻ ۽ تنقيد ڪرڻ ۽ حڪومت جو ڪم آهي ته ان کي سڌارڻ. آخر هي حڪمران جو ٿا ماڻهن جا مسئلا حل ڪن اهو انڪري جو ٦٢ سالن کان پاڪستان ۾ ڪنٽرولڊ ڊيمو ڪريسي آهي يعني ڪنٽرولڊ جمهوريت آهي. ڪنٽرولڊ ڊيمو ڪريسي ۾ حڪمرانن کي ايترو ته اختيار آهي ته هو سنڌ جون زمينون وڪڻن پلاٽ ڪوڙن نالن تي ڪري وڪڻن ٿاٺا وڪڻن پر کين اهو اختيار ناهي ته هو سنڌ جا وسيلا مرڪز کان گهري حاصل ڪري سنڌ جي ماڻهن جو معيار زندگي بلند ڪن. ڪرپشن جي ڪا به قوم نه ٿيندي آهي ڪرپشن جي ڪا به بائونڊري نه ٿيندي آهي. چور سڄو ڏينهن هڪ ٻئي خلاف ڳالهائيندا آهن ۽ رات جو ونهي حصا پتيون ورهائيندا آهن.

چوري جي ڪا به حد ڪانهي دنيا جي سمورن ڪرپٽ حڪمرانن جو هڪڙو ئي مذهب آهي هڪڙو ئي فڪر آهي هڪ ئي طريقه ڪار آهي ان ڪري انهن جون ڪي به بائونڊريون ناهن. توهان ڏسندو ته ڪيترا ئي پنجاب ۽ سنڌ جا اهي ڪرپٽ ماڻهو پاڻ ۾ گڏ آهن. سڄي ملڪ ۾ بحران آهي؟ پاڻي جو بحران بجلي جو بحران ڪڻڪ جو بحران اٽي جو بحران ۽ هر قسم جو بحران ۽ پوءِ چون ٿا ته اسان تي تنقيد نه ڪريو.

حڪومت جا به وفاقي وزير ٽيهه ارب روپيا ونڃي ڪارخانيدار کي

ڪُلي اختيار ڏا ڏين تہ ڪنڊ جي جيڪا وڻين سان قيمت ڪن! ان ۾ ڪهڙي عربي فارسي آهي. اها غلط پاليسي آهي جو ڪنڊ مهانگي ٿي آهي. پاڻ وڏيون ايئر ڪنڊيشن هلائي بجلي جي چوري ڏا ڪن ۽ چون ڏا تہ پنجاهہ سو روپيا ڏئي اوهان بہ چوري ڪريو وڏو ماڻهو بہ چوري ڪري ننڍو ماڻهو بہ چوري ڪري هاڻ بجلي ۾ري ڪٿان؟ سرڪار ڪي اڳلي ڪان پئسا ملن ٿي ڪو نہ تہ هلندو ڪيئن؟ سڌي سڌي ڳالهہ آهي تہ جن بہ ملڪن ترقي ڪئي آهي ٻڌايو تہ ڇا چوري وسيلي ترقي ڪئي آهي؟ وزير صاحب ڀهرين چيو تہ ۳۰ ڊسمبر ڏائين اهو بحران ختم ٿي ويندو هاڻ وري چوي ٿو تہ ۳۰ جنوري ڏائين بحران ختم ٿيندو. ڪوڙ تہ نہ هئو غلط ڳالهہ تہ نہ ٻڌايو ڪوڙ هڪ ڏينهن بہ ڏنهن هٿندئو نيٺ پڪڙجي پوندئو پاڻ ڪي ڪوڙو چو ڏا ڪريو.

عوام لي جيڪڏهن بجلي نہ ملندي پاڻي نہ ملندو ڪنڊ سستي نہ ملندي اٽو سستو نہ ملندو. ڪوٽڙي جا ماڻهو نهايت گندو پاڻي پين ڏا اها شڪايت ڪافي وقت ڪان آهي. ماڻهن ڪي پيئڻ جو صاف پاڻي ميسر ڪونهي هڪڙو فلٽر پلانٽ نتو لڳي سگهي. اجتماعي ڪم نہ ڪندا چوندا توڪي بہ سئو روپيا ڏا ڏيون هن ڪي نيڪو ڏا ڏيون تو ڪي خوش ڪندا سون! ماڻهن جي صحت لاءِ اسپتالون بهتر ڪريو پاڻي جي رسد صحيح ڪريو تہ هيپاٽائيٽس نہ ٿئي. بيماري نہ ٿئي تہ جيئن ماڻهن جي غربت گهٽ ٿئي.

چون ڏا تہ وفاق اسان ڪي حصو نتو ڏئي اها ڳالهہ بجا آهي پر اوهان

ڪي اهو ڪنهن چيو آهي ته پنهنجا اسڪول نه هلايو!؟ سرڪار جي بجيٽ پڙهي ڏسو سال ۾ ٻتيهه ڪروڙ روپيا صرف حيدرآباد جي سول اسپتال کي ملن ٿا.

هتي ڪيترا صنعتي يونٽ آهن هتي عوام جي روزگار جو ڪيتري وقت کان آسرو آهي ته مقامي ماڻهن کي صنعتي يونٽن ۾ روزگار ملي اهو ڇو نٿو ملي؟ سئو اسباب هوندا ڪاخانيدار چور هوندا ليبر ليڊر به ٿي سگهي ٿو گڏ ٻڙ ڪندا هجن. بنيادي ڳالهه اها آهي ته حڪومت جا قانون نهيل آهن ليبر لاز نهيل آهن. اوهان جي ذاتي پسند ۽ نا پسند جي بنياد تي آفيسر مقرر ٿين ٿا جيڪي ڪارخانيدارن کان رشوتون وٺن ٿا ۽ پوءِ غريب جو حق مري ٿو. مزدور جو حق مارجي ٿو ۽ قانون جي پيچڪڙي ڪٽي ٿي وڃي. ان ڪري جيستائين اسان ان قانون تي عمل نه ڪرائيندا سين ۽ رشوت خوري تي ضابطو نه آڻيندا سون تيستائين مزدورن جا حق ڪسبا رهندا.

سيد جلال محمود شاهه سربراهه ايس – يو – پي تاريخ ۳ جنوري ۲۰۱۰ع تي
ڪوٽڙي ۾ ڪيل پارٽي جلسي ۾ ڪيل تقرير:

☆...........☆...........☆

## 20

آئيني پيڪيج جي نالي تي صوبائي خود مختياري کي نظر انداز ڪيو ويو آهي. پ پ وارا ۽ متحده سنڌ کي ورهائڻ جي سازش ڪريَ رهيا آهن. اها غلطي ڪئي وئي ته ماڻهو پاڪستان ٽٽڻ تي خاموش رهيا اڄ سنڌ کي

ٽوڙيو ويِ ته سنڌي ماڻهو خاموش نه ويهندا. سنڌ جا حڪمران سنڌ جا اختيار ۽ وسيلا اين ايف سي جيِ نالي تيِ اسلام آباد ۾ وڪڻي آيا آهن. ملڪ ۾ ٦٣ سالن دوران ٽن پارٽين حڪومت ڪئي آهي. مسلم ليگ ملٽري ۽ پيپلز پارٽي مضبوط مرڪز جي نالي تي اسان جي وسيلن کي ڦريو لٽيو ويو آهي. مضبوط مرڪز نه پر مضبوط صوبا مضبوط مرڪز جي ضمانت آهن. حڪمران آئيني پيڪج وسيلي اسان کان جنرل سيلز ٽيڪس جا ٣٥٠ ارب روپيا کسڻ پيا چاهين. هن چيو ته ملڪ کي ١٣٠٠ ارب روپين جي ٽيڪس مان ١٠٠٠ ارب روپيا ٽيڪس ڏيندڙ ٦٣ سيڪڙو ملڪي تيل ٧٠ سيڪڙو گيس ڏيندڙ سنڌ کي موٽ ۾ خيرات جا پوٽا به سئو ارب روپيا ڏنا ويا آهن. سنڌي ٻچا وڪڻڻ تي مجبور آهن غربت سبب سنڌي خودڪشيون پيا ڪن. جيڪڏهن هاڻي به حڪمرانن سنڌ جي قومي غدارن سان گڏجي سنڌ جي وسيلن جي ڦر لٽ جو سلسلو بند نه ڪيو ته پيپلز پارٽي وارن کي سنڌ جي اعمالن جي ضرور سزا ملندي. ١٩٧٣ع جي آئين جي نالي تي سنڌ کي هميشه غلامي ملي آهي. هو پنهنجي ڌرتي اختيار ۽ امير ترين سنڌ جي غريب ماڻهن جي تقدير بدلائڻ لاءِ قربانيون ڏيندڙ ڪارڪنن کي بلدياتي چونڊن ۾ اميدوار بيهاريندا جنهن کي اوهان ووٽ ڏئي ڪامياب ڪندا ته اوهان جي تقدير بدلبي.

سيد جلال محمود شاهه سربراهه ايس ـ يو ـ پي مارچ ٢٠١٠ع تي
دادو ۾ ڏايل پارٽي جلسي ۾ ڪيل تقرير:

☆..........☆..........☆

- هر اهو ماڻهو، جيڪو سنڌ جي وجود کي مڃي ٿو، اُهو جي.ايم.سيد جو فالوور آهي. ڪهڙي بہ طريقي سان جنهن بہ نموني جي سياست ڪري ٿو، سنڌ جا حق وٺڻ لاءِ جنهن بہ طرح ڪوشش ڪري ٿو، اسين اُن کي سنڌي سمجهون ٿا، اُنهن لاءِ ميدان آهي. هو سنڌ جي حقن لاءِ گڏجي ڀڌيءَ لاءِ ساٿ ڏين.

(سيد جلال محمود شاهہ)

- وفاقي شرعي عدالت پارليامينٽ کان مٿانهون ادارو آهي، اُهو ختم ڪيو وڃي، رياست جو سرڪاري مذهب هئڻ واري شق آئين مان ختم ڪئي وڃي.

(سيد جلال محمود شاهہ)

- پاڪستان گهڻ قومي ملڪ آهي، پاڪستان رياستن جي گڏيل يونين (United States of Pakistan)سڏيو وڃي.

(سيد جلال محمود شاهہ)

- اسان جي قسمت ۾ لکيل ناهي تہ اسان سدائين غريب هجون، آمريت مڙهيندڙ حڪمران ۽ مظلوم قومن مان پرتي ڪيل سنڌن جوڙيوال سنڌ کي ڀنهي هٿن سان ڦري، لُٽي رهيا آهن. تيل، گيس، معدنيات ۽ اربين روپين جي ٽيڪس زوري ڦٻائي اسان کي بُک، بيماريءَ، بيروزگاريءَ، قبيلائي جهڳڙن ۽ ڌاڙيل فيڪٽر جي باهہ ۾ اڇلايو ويو آهي.

(سيد جلال محمود شاهہ)

**نظرياتي شعبو - سنڌ يونائيٽيڊ پارٽي**

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياچوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَئَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ چاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سينې کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)